# چڙهه چڪيائي چوٽيون



ڊاڪٽر قادر مگسي

# چڙهه چڪيائي چوٽيبن

(مضمون)

ڊاڪٽر قادر مگسي

سورٺ پبليڪيشنس،
قاسم آباد، حيدرآباد
1996ع

سورٺ پبليڪيشنس، ڪتاب نمبر 2

ڪتاب جو نالو    چڙھ چڪيائي چوٽيين
ڇپائيندڙ    سورٺ پبليڪيشنس، حيدرآباد
پهريون ايڊيشن    مارچ 1996ع
قيمت -/50 رپيا



---

"CHARUH CHIKYAE CHOTYAEN" (Essays)
By Dr. Qadir Magsi
Published by Soarth Publication, Taraqi Passand House, Happy Homes Bunglow No. 42-43, Qasimabad, Hyd. Sindh.
First Edition March, 1996.
Price per Copy: Rs. 50/-
Book No. Second

## ارپنا

پنهنجي بابا **جيئند خان مگسي**
جي نالي، جنهن هڪ محنت ڪش پورهيت
هوندي منهنجي تربيت، ڪردار ۽ عمل کي
ڻاهڻ، نکارڻ ۾ ڏينهن رات هڪ ڪري اڄ مون
کي ايڏو اعتماد عطا ڪيو آهي، جو مان سنڌ
۽ سنڌي قوم جي آجپي لاءِ سرُ ڏيڻ وقت
هڪ گهڙي لاءِ به نه سوچيان، ڇو ته اها ئي
سچ جي واٽ آهي.
مان پنهنجي بابا جي لازوال ڪردار سبب
گهڙجي ”ڊاڪٽر قادر مگسي“ بنجي سگهيو
آهيان.

ٿڪيائي ٽر ٽيل، چڙهہ ڇڪيائي چوٽين،
هِلندي هوت پنهوءِ ڏي، پيءَ مڙيئي پيل،
اُٿــي رائـو ريـل، وينـن تـان واري وري.
(شاهہ)

# فهرست

# مهاڳ

غلام ۽ مظلوم قومن جا حقيقي قومي سياسي اڳواڻ، فقط پنهنجي قوم کي وقت جي گمراهي واري کُن مان ڪڍي سَنئين واٽ تي آڻيندا آهن، پر اهي مستقبل جي خطرن کان آگاهي ۽ سٺي وقت جي اڳواٽ بشارت پڻ ڏيندا آهن.

دنيا ۾ ڪيترائي اهڙا مثال موجود آهن، جن ۾ ڪن قومن جي اڳواڻن پنهنجي ڏاهپ، سنجيدگي، دورانديشي ۽ سياسي بصيرت وسيلي نہ رڳو ان وقت جي منجهيل سياسي صورتحال، سماجي انتشار ۽ معاشي بدحالي واري دؤر ۾ پنهنجي قوم جي صحيح رهنمائي ڪئي، پر سندن ۽ سندن نسلن جي جهول ۾ شاندار آئيندي جا گل بہ وڌا.

سماجي ۽ سياسي طور انتهائي منجهيل ۽ غير واضح حالتن سبب قوم، گمراهي، خوف، هراس، خوشامد ۽ لالچ جهڙن اوگڻن جو شڪار ٿي ويندي آهي. نتيجي ۾ سماجي ارتقا جي رفتار ۾ سستي ۽ سياسي انارڪي ۾ واڌ ايندي آهي. اهڙي صورتحال ۾ جيڪڏهن انهي قوم جا قومي سياسي اڳواڻ سياسي دانشمندي جو مظاهرو ۽ حالتن جو صحيح تجزيو نہ ڪري سگهيا تہ انهيءَ قوم جي مستقبل ۽ وجود آڏو سوال نشاني اڀري ايندي.

ڪجهہ اهڙي ئي صورتحال سنڌي قوم جي بہ رهي آهي، خاص ڪري گذريل ٻن ڏهاڪن ۾ عالمي، علائقائي، ملڪي ۽ قومي صورتحال ۾ ايتريون تہ تڪڙيون تبديلون آيون آهن جو سنڌي قوم کي سياسي، سماجي ۽ معاشي ميدان ۾ صحيح رهنمائي جي سخت ضرورت رهي آهي.

اهڙي صورتحال ۾ اسان جي دانشورن ۽ سياسي مدبرن جي اڪثريت سماجي ڇيد، نفسياتي مسئلن جي صحيح ڇنڊ ڇاڻ، معاشي سازشن کي وائکو ڪرڻ ۽ سياسي صورتحال جو سائنسي ۽ معقول تجزيو ڪرڻ بدران رومانوي ۽ تفريحي ادب تخليق ڪرڻ ۾ محو هئي ۽ سمجهي رهي هئي تہ اسين، قوم ۽ ڌرتي جي سڀ کان وڏيڪ خدمت ڪري رهيا آهيون ۽ جيڪڏهن چند سياسي دانشورن، سنڌي قوم جي زندگي ۽ موت جهڙن نازڪ مسئلن تي قلم کنيو بہ تہ انهن پنهنجي قلم جي قوت کي سياسي مصلحتن، حاڪمن جي خوشامد، مخالف جي دشنام طرازين ۽ پنهنجي پارسائي ۽ خود ثنائي جي ور چڙهي، هيڪاندي صورتحال کي وڏيڪ پيچيده بنائي ڇڏيو. اهڙي دور ۾ سنڌ جي قومي سياست جي افق تي ڊاڪٽر قادر مگسي جي صورت ۾ هڪ تارو اهڙو چمڪيو جنهن علم ۽ عمل ۾ سنگم پيدا ڪيو، جنهن سنڌ جي قومپرست سياست کي عوام جي مسئلن سان ڳنڍيو. جنهن قوم ۽ ڪارڪنن کي نعرن جي تصوراتي ۽ رومانوي دنيا مان ڪڍي، حقيقت جي ديس ۾ واپس آندو.

ڊاڪٽر قادر مگسي پنهنجي ذهن ۽ ضمير جي سچائي سان جيڪا سياسي واٽ ٻڌائي ۽ پنهنجي وجود جي سموري توانائي سان جيڪي عمل ڪيا انهن جي اهميت ۽ قيمت جي ڪٿ مستقبل جو مصلحت پسند نہ پر، "حقيقت پسند مؤرخ" ئي ڪندو، پر حال ۾ مليل نتيجن جي آڌار تي اها ڳالهہ چئي سگهجي ٿي، تہ "سندس سياسي واٽ ۽ عمل سنڌ جي قومپرست سياست ۾ جدت پسنديءَ جي اهڙي ڌارا متعارف ڪرائي آهي، جيڪا سنڌي عوام کي قومپرست سياست ڏانهن متوجهہ ڪرڻ ۽ ويجهي آڻڻ جو بنياد بڻجي رهي آهي." ان جو هڪ عقلي، علمي ۽ منطقي دليل اهو بہ آهي تہ، سڄي سنڌ جي گهٽو ڪري سيني قومپرست سياستدانن جي ساڃ، اڪثر ادبي لڏي جي ناپسندگي، ڪيترن ئي صحافين جي نظرياتي بغض ۽ ڪن اخلاقي طور ڪِريل ۽ نيچ ماڻهن جي دشنام طرازين جي باوجود سنڌي عوام هن ڏانهن ڇڪجي رهيو

آهي يا ڪٿي ائين چئجي تہ شيون (عوام) پنهنجي مرڪز (Nuecles) ڏانهن موٽ ڪائي رهيون آهن.

هو پنهنجن ۽ پروان جي الزامن ۽ بهتانن کي اعزاز سمجهي، سيني تي سجائي، پنهنجي ڌن ۾ مگن، سنڌي قوم لاءِ پنهنجي سر تي سڀ خطرا کڻي، ڀهراڙيءَ جي ڳوٺ ڳوٺ، واهڻ وستي ۽ جهرجهنگ کان وٺي، دهشتگردن جي بارود سان دونهاتيل شهر جي گهٽي گهٽي ۾ وڃي عوام ۾ سياسي شعور ۽ پنهنجي حقن جي حفاظت جو احساس پيدا ڪرڻ، پنهنجن جي بيوفائي ۽ اڻگائي جي دانهن ڏيڻ، ڌارين جي سازشن ۽ حڪمرانن جي نااهلين، بزدلين، مصلحت پسندين ۽ خود نوازين کي ننگو ڪرڻ جي جدوجهد ۾ مصروف عمل آهي.

ڊاڪٽر صاحب شهري دهشتگردي جي مزاحمت ڪندي مئي 1990ع ۾ گرفتار ٿيو ۽ نومبر 1993ع ۾ هاءِ ڪورٽ جي حڪم تحت آزاد ٿيو. انهيءَ عرصي ۾ جيل ۾ رهندي هڪ سجاڳ، خبردار ۽ ننڍي ننڍي شيءِ تي نظر ۽ خبر رکندڙ سياسي رهنما طور سامهون آيو.

ڊاڪٽر صاحب عملي طور ٻاهرين دنيا کان ڪٽيل. هئڻ جي باوجود جيل جي اندر رهي جهڙيءَ طرح سنڌي سماج ۽ قوم جي سماجي، سياسي، نفسياتي ۽ معاشي مسئلن جو قلم ذريعي ڇيد ڪيو آهي، ان مان سندس سياسي بصيرت ۽ ادراڪ جي پروڙ پوي ٿي.

ڊاڪٽر صاحب، جيل دوران سنڌ جي ڪيترن اهم ۽ ٻرندڙ مسئلن تي لکيو. سندس ڪيترن ئي لکڻين (جيڪي اخبارن ۾ ڇپيون) خوف ۽ ڊپ ۾ ويڙهيل گونگي سماج کي زبان ڏني ۽ ڪيترن ئي مضمونن سنڌ اندر سياسي بحث ۽ ويچار لاءِ موضوع مهيا ڪيا ۽ شاهه صاحب جي ان شعر جيان تہ:

"بندي ٻيا قرار، اسين لوچون لوهہ ۾"

جي عملي تصوير بڻجي بندي خاني ۾ قوم لاءِ ذهني پورهيو ڪندو رهيو.

ڊاڪٽر صاحب، جيل دؤران جيڪي مضمون لکيا انهن مان چار چونڊ مضمون هن ڪتاب ۾ ڏنا ويا آهن.

پهريون مضمون مير عالم مري نالي سنڌ جي هڪ نوجوان سياسي شاگرد اڳواڻ جي ان مضمون جي جواب ۾ لکيل آهي، جيڪو هن "شاگرد تنظيمن جي خاتمي ۽ غير سرڪاري يونين جي قيام" واري ڊاڪٽر صاحب جي موقف جي جواب ۾ لکيو هو.

ٻيو مضمون سنڌ جي اهم ٻرندڙ مسئلي "ڊاڙيل فيڪٽر" تي لکيل آهي. ان مضمون ۾ جنهن انداز سان ڊاڪٽر صاحب، ڊاڙيلن جو پسمنظر، سندن قسم، سماجي نفسيات ۽ حڪمرانن جي انتظامي حل جو جائزو ورتو آهي، ان مان محسوس ٿئي ٿو، ڪنهن سماجي ۽ نفسياتي ماهر جو تجزيو آهي. بيشڪ! هڪ سچاڻ قومي اڳواڻ کي سماجي ۽ نفسياتي ماهر ئي هئڻ گهرجي.

ٽيون مضمون، بار بار سنڌ ۽ سنڌين جو ويساهه وٺي موٽ ۾ ساڻن هر ڀيري ويساهه گهاتي ڪندڙ پارٽي (پيپلز پارٽي) جي چيئرپرسن محترمه بينظير ڀٽو صاحبه پاران 1990ع دوران مخالف ڌر جي اڳواڻ جي حيثيت سان پيش ڪيل "نئين سماجي معاهدي" (New Social Contract) متعلق آهي، جنهن ۾ ڊاڪٽر صاحب، ان وقت پيپلز پارٽي جي موقعي پرستي واري مزاج متعلق واضح لفظن ۾ لکيو هو ته، "محترمه انساني وقار، قومن جي تاريخي حيثيت جي بحالي ۽ نئين آئيني جوڙجڪ جي لفظن ۽ نعرن کي رڳو اقتدار لاءِ ڏاکڻ ۽ حڪمرانن کي بليڪ ميل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪري ٿي، ورنه، انهن خوبصورت لفظن ۽ پرڪشش نعرن لاءِ وٽس ڪٿهن به گنجائش ۽ احترام نه رهيو آهي. اها ڪالهوڪي اڳڪٿي اڄ جو روشن سچ بڻجي وئي. اها ئي بينظير اڄ نه رڳو اقتدار ۾ آهي پر اقتداري تڪنڊي جي مڪمل ۽ اسيمبليءَ جي گهربل واضح اڪثريت باوجود، هوءَ پنهنجي نئين سماجي معاهدي جي هڪ حرف جي به حرمت برقرار نه رکي آهي.

چوٿين مضمون ۾، ان وقت جي اسلامي جمهوري اتحاد جي سرڪار پاران ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن جي خاتمي ۽ امن امان جي بحال جي ناليءِ ۾ شروع ڪيل فوجي آپريشن جي مڙني پهلوئن تي ڀرپور بحث ڪيل آهي.

ميون تا تہ، "ڊاڪٽر صاحب جي لکڻين ۾ حرفن جي تجنيس، لفظن جي رنگيني، تشبيهن جي تمثيل ۽ تخيل ۾ رومانويت نظر نہ ايندي پر سندس لفظن ۾ سادگي، سچ، اثر انگيزي ۽ عام ماڻهو جي سمجهہ جي سطح کي متاثر ڪرڻ جي سگهہ جا ٻجا موجود آهي."

سندس اهي لکڻيون ڪلهہ، اڄ ۽ سڀاڻي جون ترجمان آهن ۽ رهنديون.

**انتظار چلگري**
جيڪب آباد
13- مارچ 1996ع

# ڏونگر نہ ڏوري، سکڻ جون سڏون ڪري

# ”پري پڙاڏا ڪري“

منهنجي شروع کان ڪوشش رهي آهي ۽ پنهنجي ساٿين کي بہ هدايت ڪئي اٿم تہ ’وٽ جواب ڏي جواب‘ جي روش کان پاسو ڪري، پنهنجي حقيقي مقصد تي ڪم ڪجي. اهي صرف بي عملي ۽ وقت گذاري جا سياسي گر (Tactics) آهن تہ ڪنهن لفظ يا ڪنهن جملي کي بنياد بنائي واويلا ڪبي رهي. اهڙي طرح پنهنجو سياسي جياپو ڳولي لهجي. عوام ۽ قوم تي ان جا منفي اثر ڇا ٿيندا. ان کان بي نياز رهجي. ڇو تہ اهڙين ڳالهين جو ڪوبہ سياسي مقصد تہ هوندو ناهي، سواءِ ٻئي جو ٽڪو لاهڻ جي ۽ پاڻ کي وڏو مها اڳواڻ ڪري پيش ڪرڻ جي. جن جو اهو ڌنڌو آهي، اهي پنهنجي ڪرت کي سالن کان جاري رکيو ۽ رڪائيندا پيا اچن. نتيجي ۾ قوم ۽ ڌرتي جي مفاد ۾ بجاءِ مثبت تبديلين آڻڻ جي منفي اثر پيا آهن. پر ڪجهہ وقت کان اسين محسوس ڪري رهيا آهيون تہ بلڪل محسوس نہ ٿيندڙ ۽ چپ چپات واري طريقي سان ڪجهہ گروهن ۽ ناڪام ماڻهن گڏجي ترقي پسند پارٽيءَ جي وڌندڙ ۽ ايرندڙ سگهہ کي ختم ڪرڻ لاءِ قلمي ۽ زباني ڪات ڪهاڙا کنيا آهن. اها ڪابہ نجي يا سياسي گڏجاڻي ۽ ملاقات ناهي جنهن ۾ ترقي پسند پارٽي خلاف نہ ڳالهايو وڃي. ۽ موقعي جي تاڙ ۾ رهندي ڪونہ ڪو بهانو ڳولي ترقي پسند پارٽي خلاف چوپڙي، پمفليٽ.اخباري مضمون تيار لڳو پيو آهي.

ان ڪري هاڻ اسين بہ فيصلو ڪريون ٿا تہ هن شيطاني مهم جو

ڀرپور مقابلو ڪبو. دليل جي جاءِ تي دليل سان وڙهنداسين. هڪ طرفو مؤقف رکڻ يا پروپئگنڊا ڪرڻ جو موقعو ڪنهن کي بہ نہ ڏبو.

ان لاءِ مان اِج ڪان ڪوشش ڪندس تہ انهن سيني ماڻهن کي بہ پڌرو ڪجي ۽ سندن ڪرتوت بہ.

ترقي پسند پارٽي 'خلاف' بي بنياد قصا ناهي پيش ڪندڙن کي سياسي ميدان ۾ للڪاريو وڃي.

تاريخ 19 مارچ تي جاڳو اخبار ۾ مير عالم مري جساف جي صدر جو مضمون "شاگرد سياست ۽ سرڪاري مؤقف" جي عنوان سان ڇپيو آهي. سڄي مضمون جو بنيادي مقصد ترقي پسند پارٽي تي هلان ڪرڻ آهي.

لکڻ ڪان اڳ ۾ هر لکندڙ پنهنجي ذات ۾ ثوري بہ سچائي پيدا ڪري طنز، ٽوڪ، ساڙ ۽ حسد کي ڇڏي، نيڪ نيتيءَ سان مسئلن تي بحث ڪري، تہ پوءِ ايڏو وڏو مونجهارو سنڌ جي سياست ۾ پيدا ٿئي ئي ڪونہ. اسان جو بہ ڏوهہ ڪونهي، اسين بہ هن جاگيردارانہ معاشري ۾ رهندڙ غلام قوم ۽ سماج ۾ رهون ٿا. ان ڪري جيڪي بہ نفسياتي برايون ۽ ڪمزوريون حاڪمن طرفان مڙهيون ويندريون آهن. قومون ان رجحان ۾ ويندريون آهن ٿاسجي نتيجي ۾ سچاڻ ۽ باشعور ماڻهو بہ انهن برائين کان آجا ناهن رهندا.

جاگيردارانہ معاشري جي برائين ۾ انا پرستي، پاڻ پڏو، ضد، هٺ ڌرمي، ساڙ، حسد، گروه پروري، خوشامد، جي حضوري، ڪم چوري، خوش فهمي ۽ خيال پرستي جهڙا مرض جاگيردار سماج ۾ روز بروز پختا ٿيندا رهندا آهن. بجاءِ سڌارن اچڻ جي معاشرو انفراديت پسندي، نشي ۽ دنيا کان لاپرواهي جي گهيري ۾ ويندو آهي سوڙهو ٿيندو.

ٿورن لفظن ۾ "بکئي کي ڪو ڏي ڪونہ، سائي کي ڪو سَهي ڪونہ" وارو معاملو هوندو آهي.

مير عالم مري صاحب بہ انهن رجحانن جو شڪار ٿيو آهي. مان

ان ڪي بدديانتي سمجھان ٿو تہ منھنجي بيان جي صرف ھڪ پاسي يا جملي ڪي ڪٽي سڄو مضمون لکي ڇڏيو اٿس. جڏھن تہ ٻئي پاسي جنھن ۾ "سيني شاگرد تنظيمن لاءِ گڏيل ضابطہ اخلاق "Code of Conduct" جوڙي ان تي سيني جماعتن کي عمل ڪرائڻ. جيڪڏھن سرڪاري طرح يونين بحال نٿي ٿئي تہ رضامندانہ بنياد تي سڀ تنظيمون گڏجي غير سرڪاري يونين چونڊائين، جنھن کي عام شاگرد بغير ڪنھن خوف ۽ ڏپ جي پنھنجي مرضي سان چونڊين. جيئن صرف گڏيل ۽ شاگردن جي نمائنده جماعت جڙي. اھا تعليمي ادارن ۾ شاگرد مسئلن لاءِ جاکوڙي." کي نظر انداز ڪيو اٿس.

ھاڻ سوال آھي تہ ڪنھن بہ پروگرام ۽ مقصد جي ھڪ پريس بيان يا ھڪ جملي ۾ تشريح نہ ٿي ڪري سگھجي، پر صرف مفھوم کي سمجھڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آھي، تہ اصل ۾ چوڻ واري جو مقصد ڇا آھي.

منھنجي بيان تي گڏيل ردِعمل ظاھر ٿيو آھي. صحافتي، سياسي ۽ ادبي حلقن پنھنجو ردِعمل ظاھر ڪيو آھي، پر اڪثريت منھنجي مؤقف جي حمايت ۾ آئي آھي. چو تہ شاگرد سياست ۾ شاگرد تنظيمن جو ڪردار "Alarming" حد تائين خوفناڪ بنجي چڪو آھي.

ان مسئلي تي ويچارڻ ۽ ان جي مثبت پھلوئن تي سوچڻ بجاءِ صرف منفي پروپئگنڊا لاءِ بيان کي ڪتب آندو ويو آھي. اھا آھي سنڌ جي سياست جي بدنصيبي. تہ اسين ٻئي ڪنھن جي مؤقف يا دليل کي ٻڌڻ لاءِ تيار نہ ھوندا آھيون. ھر سياسي اڳواڻ ۽ ليڊر سوچيندو اھو آھي تہ محب وطن تہ ھو اڪيلو آھي ٻيا سڀ سنڌ دشمن آھن. عقل ڪل ۽ ڏاھو تہ صرف پاڻ آھي، باقي سڄو جھان جاھلن سان ڀريل آھي. سچار آھي تہ صرف پاڻ باقي سڀ ڪوڙا. باعمل ۽ باڪردار صرف پنھنجو پاڻ کي سمجھندو آھي، باقي سڀ بزدل، بي عمل ۽ نڪما آھن.

اھا آھي جاگيردارانہ معاشري جي روش. ان تان ڪو بہ انچ ھٽڻ

لاءِ تيار نہ آهي.

اسان جو دوست چوندو آهي تہ سنڌ ۾ سياسي جماعتن ۾ اڳواڻن جو ڪردار اداڪار ”رنگيلا“ وانگر آهي. هدايتڪار بہ پاڻ تہ اداڪار بہ پاڻ، فلمساز بہ پاڻ تہ پيش ڪار بہ پاڻ، ڳلوڪار بہ پاڻ تہ شاعر بہ پاڻ. وري فلم ۾ بہ پٽ، پيءُ ۽ ڏاڏو ٽيئي ڪردار پاڻ، تہ اسان جو ڪردار آهي، رنگيلا وارو. جڏهن تہ اسان کي سوچڻ ۽ غور ڪرڻ گهرجي تہ ڳالهہ ڪهڙي ٿي رهي آهي. قومي مفادن ۾ آهي يا نقصان ۾. پر اسين بغير ڪنهن سوچ ويچار ۽ ڪنهن بہ مؤقف کي سمجهڻ جي صرف اهو ڏسنداسين تہ پيلي اسان جي هن سياسي مخالفت ڪئي آهي، ان ڪري لاهيوس پٽڪو، پوءِ ڏئو ويندو“ جيڪڏهن ڪنهن کي بہ ڳاريون ڏيٽيون آهن ۽ صرف منفي سياست ڪرڻي آهي تہ پوءِ 5 صفحن بجاءِ 50 صفحا بہ لکي سگهجن ٿا ۽ چوپڙي ڇپائي چوٽيءَ جي دانشورن ۾ پنهنجو پاڻ کي شامل بہ ڪري سگهجي ٿو، پر ڇا اسان جو مقصد اهو هئڻ گهرجي؟

مير عالم لکيو آهي تہ، ”جيئن تہ آئون شاگرد سياست جي منفي ڪلچر تي سخت تنقيد ڪرڻ جي باوجود شاگرد سياست، شاگرد جدوجهد ۽ شاگرد تنظيمن جي وجود جو زبردست حامي آهيان، تنهن ڪري ڊاڪٽر صاحب جي نقطہ نظر جي مخالفت ۽ پنهنجي نقطہ نظر جي حمايت ۾ دليل ڏيڻ پنهنجو سياسي، اخلاقي ۽ انقلابي فرض ٿو سمجهان.“

مونکي ان ڳالهہ سان ڪوبہ اختلاف ڪونهي. هر ماڻهو کي جمهوري حق آهي تہ پنهنجي مرضي مطابق سوچي ۽ عمل ڪري. پر اهو تہ ڪنهن کي بہ حق نہ آهي تہ پين سان منسوب يا لاڳاپيل مسئلن کي اڏو اڏ ڪري، ان تي اختلافي نقطہ نظر پيش ڪجي. ۽ بنيادي مقصد کي ئي تهس نهس ڪري ڇڏجي.

اها ئي پنهنجي سماج جي وڏي بدنصيبي آهي تہ اسان ۾ اخلاقي

جرئت جي تمام وڏي کوٽ آهي. اخلاقي جرئت جو مقصد آهي پنهنجي ڪوتاهين کي قبول ڪرڻ ۽ ٻئي جي غلطين جي نشاندهي ڪرڻ سان گڏوگڏ انهن جي خوبين ۽ چڱاين جو معترف هجڻ. پر اسان جي سياسي ڪلچر ۾ ٻئي کي مڃتا ڏيڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. سمجهبو آهي تہ ڪائنات اسان جي ذات کان شروع ٿئي ٿي، ختم بہ اسان جي ذات تي ئي ٿئي ٿي. ان ڪري دنيا ۾ ٻيو ڪوبہ اسان جو مدِمقابل آهي ئي ڪونہ ۽ اها سراسر منفي سوچ آهي.

منفي ڪلچر جو خاتمو تڏهن ايندو، جڏهن اسان کي منفي مسئلن جي ڄاڻ ۽ ان جي نقصان ۽ اثرن جو اندازو هوندو. اسين پنهنجي استائل ۾ ماضي جي هر ڳالهہ کي آسماني مينهن،وانگر غلطين کان پاڪ قرار ڏيندا سين تہ پوءِ منفي ڪلچر جو خاتمو اچڻ ڪيئن ممڪن ٿيندو. ان لاءِ سڀ کان پهرين اسان ۾ اهو احساس پيدا ٿيڻ گهرجي تہ شاگرد سياست جا استائل ۽ شاگرد تنظيمن ۾ منفي اثر ڪهڙا آهن. منفي ڪلچر جو ورجاءُ تہ ڪيون ٿا پر اصل ۾ منفي ڪلچر آهي ڇا؟ ان کي سمجهڻو پوندو. گڏوگڏ اهو منفي ڪلچر ڪيترو طاقتور آهي؟ ان جو دائرو ڪيتري تائين آهي؟ ڇا ان جي ختم ٿيڻ جا امڪان وڌيڪ آهن، يا منفي ڪلچر ۾ مسلسل اضافي ٿيڻ جا چانس وڌيڪ آهن؟ جيڪي ڳالهہ ۽ دعوي ڪن ٿا تہ منفي ڪلچر خلاف اسين جهاد ڪنداسين. تنقيد ڪنداسين، پر انهن اڳواڻن خود پنهنجي ذات کي منفي ڪلچر کان .ڪيترو آجو ڪيو آهي. اسان جي قومي جدوجهد، آدرشن ۾ اسان جو ڪردار ملان وارو نہ هئڻ گهرجي تہ زباني طرح تقريرون خطبا سچو ڏينهن مذهب جا، پر افعال اهڙا جو ڪنهن جي نياڻي، ڪنهن جو سهڻو پٽ ۽ ڪنهن جو مال ملان جو حوس کان بچيل نہ آهي.

قرآني آيتون ۽ پرهيزگاري صرف ماڻهن کي عمل ڪرائڻ لاءِ هوندي آهي، پر مُلان پاڻ سيني پابندين ۽ اخلاقي قدرن کان آجو هوندو آهي.

مون 6 سال اڳ پنهنجي ساٿين سان گڏجي جڏهن شاگرد سياست ۾ تنظيمن ۾ غير تعليمي، غير اخلاقي، غير سياسي ڪلچر ۽ برائين خلاف جدوجهد شروع ڪئي هئي ته سڀ کان پهرين مون انهن برائين کي ميڙي چونڊي ظاهر ڪيو هو ۽ سڀ کان پهرين اهو ضابطو پنهنجي ذات سان لاڳو ڪيو هو تڏهن مير عالم مري به اسان جي تنظيم جو ڪارڪن هو. مان سمجهان ٿو ته شاگرد جدوجهد جي تاريخ ۾ اسان جي جدوجهد، سڄي سنڌ ۾ نئون تعارف ۽ نئون ولولو پيدا ڪيو. پوءِ اهو ساڳيو مضمون 'انقلابي لاٽ' ۽ "سياسي ڪارڪن جو تنقيدي جائزو" جي نالي سان شايع ٿيا.

ان لاءِ سوچڻو هي آهي ته جيڪي معيار ۽ ماپا اسين ٻين کي لاءِ متعين ڪيون ٿا پاڻ ان ۾ ڪيتري قدر فٽ ٿي بيهون ٿا. پوءِ ان جو اثر سڄي سماج ۾ مثبت نڪرندو. قول ۽ فعل جي هم آهنگي نه هوندي ته پوءِ پلئه ڪجهه به نه پوندو. ان وقت اسان شاگرد سياست ۾ تمام زبردست نعرا متعارف ڪرايا هئا.

1- نظريو، ڪردار ۽ عمل ۾ هم آهنگي پيدا ڪريو.

2- اڳ کان وڌيڪ محنت جو حوصلو پيدا ڪريو.

3- شاگرد سياسي ڪارڪن کي سياسي ليڊر گهٽ پر شاگرد وڌيڪ هئڻ گهرجي. (مطلب ته ان جي هر عمل مان اهو محسوس ٿئي ته هو شاگرد آهي) ان جي تعليم سان دلچسپي، استادن سان احترام جو رويو، شاگردن ۾ ڀائيچارو ۽ جرئتمند، سچار، محنتي مخلص، سياسي ڪارڪن.

۽ سڄي جيئي سنڌ جي سياست ۾ اسان جي جدوجهد هڪ وڏو ڦيرو آندو. شروع ۾ مان اڪيلو هئس. ان کان پوءِ سڄي سنڌ ۾ ڪارڪنن جي اڪثريت اسان جي ڀانهن ٻيلي ٿي ۽ انهيءَ لهر اڄ سنڌ ۾ ترقي پسند پارٽي کي جنم ڏنو. جيڪڏهن مير عالم مري اسان کان ڌار ٿي ويو آهي ته ان جو مقصد هي نه آهي ته اسين، پنهنجي آدرشن ۽ قومي

مقصدن تان هٿ کڻي ويا آهيون. مان اڳ ۾ تعليمي ادارن ۾ امن و امان قائم ڪرڻ، تعليم جي معيار ۾ بهتري آڻڻ، استادن ۽ شاگردن وچ ۾ ڳانڍاپو پيدا ڪري احترام جو رشتو جوڙڻ ۽ شاگرد تنظيمن جي مثبت ڪردار ۽ جدوجهد، جنهن سان اسان جي معاشرتي ۽ سماجي صورتحال ۾ سڌارو اچي، سيني شاگرد تنظيمن ۾ دوستانه ماحول، برداشت ۽ سهپ جي قوت پيدا ڪرڻ سميت مجموعي طور عام شاگرد توڙي سياسي ڪارڪنن جو (Moral) بلند ڪرڻ لاءِ جاکوڙ ڪندو رهيو آهيان. اڄ به دلي طرح خواهشمند آهيان ته اسان جي سيني شاگردن ۾ اهڙي روش پيدا ٿئي، پر سڄي سماج ۽ سنڌ جي مجموعي بگڙجندڙ صورتحال، اسان جي شاگرد سياست کي بدترين رخ ڏيئي ڇڏيو آهي. سڌارو اچڻ بجاءِ ڏينهون ڏينهن شاگرد تنظيمن جي عمل دخل ۾ هلڪڙائپ ۽ تعليم جي معيار ۾ پستي ۽ تباهي پيدا ٿي رهي آهي.

منهنجي شاگرد تنظيمن متعلق مؤقف لاءِ اسان جي ڏاهي يار ٻن بنيادي سببن کي ڇاٽايو آهي. لکي ٿو ته، ”شايد ٻن سالن جي جيل جي سٽ نه سهڻ بعد ڊاڪٽر قادر مگسي جو اهو مؤقف آهي“ ته اها ڳالهه شايد وساري ٿو ڇڏي ته مان ٻن سالن کان وٺي قيد ۾ آهيان. اڃان تائين سواءِ والدين ۽ ڪٽنب جي ڀاتين جي، منهنجي ملاقات بند آهي. ان هوندي به سنڌ جي قومي، سياسي ۽ اقتصادي مسئلن تي سخت کان سخت حڪومت مخالف يا حڪمران ٽمورتي (Troika) خلاف ڪنهن جو مؤقف آهي. اسان جو ترقي پسند پارٽي جو يا ڪنهن ٻئي جو؟

ان کان پوءِ مان ڪيترا دفعا انٽرويو ۾ اظهار ڪري چڪو آهيان ته سرڪار گهڻا دفعا ڪوشش ڪئي ته اسين پنهنجي مؤقف کي نرم ڪريون. هو اسان کي جيلن مان آزاد ڪري ڇڏيندا. پر مان هر وقت اصولن کي اوليت ڏيندي هر آڇ کي ٺڪرايو آهي.

سائين جي ايم سيد حڪومت جو اتحادي رهيو آهي. ايڏو جيل مونکي تنگ ڪري ها ته پوءِ سائين جو پاسو وٺجي ها. جيئن سائين

پنهنجو اثر رسوخ استعمال ڪري اسان ڪي آزادي يا جيل ۾ رعايتون ڏياري سگهي ها. پر اصولن خاطر اسان سائين ڪان به علحدگي اختيار ڪري ڇڏي، ته پوءِ اها ڳالهه چوڻ ئي اجائي آهي.

هن مان اهو ضرور مقصد نڪري ٿو ته ڊاڪٽر قادر جيل ۾ ويهي بيان جاري ڪري ٿو. مضمون ۾ لکي ٿو ته اها به سهوليت ڇو اٿس. جيئن اڄ ڪلهه ڳالهيون ڪيون وڃن ٿيون. مطلب ته مان سرڪار جو ايجنٽ بنجي، سڄي قوم جي اکين ۾ سرمو پائي، ڪين بيوقوف بنائي رهيو آهيان. يا اهو چاهن ٿا ته سختيون هوندي به مان ايترو اٽل ۽ پنهنجي اصولن تي قائم ڇو آهيان. ان ڪري بزدل يا ڊڄڻو چو نٿو ٿيان.

مير عالم مري صاحب! اها ڳالهه توهين ضرور ياد رکو ته جڏهن به مان بزدل ٿيس، ٿڪجي پيس يا مايوس ٿي ويس تڏهن سنڌ جي سياسي ميدان مان خاموشي، سان نڪري گمنام ٿي ويجبو. باقي نڪ جي نرڄائي سان ماٺهن سان ويساهه گهاتي يا قوم ڪي پنهنجي مفادن جي ور چاڙهي برباد نه ڪندس. ايتري مونکي قدرت اخلاقي جرئت ڏني آهي ته پنهنجي بزدلي ۽ خوف جو اظهار ڪري شڪست قبول ڪري ڇڏيان. باقي ويساهه گهاتڪ نه بنجندس.

پيو سبب ڄاڻايو اٿس ته، ”مان پنهنجي تنظيم ۾ شايد منفي ڪلچر رکندڙ اڃين ميڇين سان شاگرد اڳواڻن جو تحفظ ڪرڻ گهران ٿو ۽ مهراڻ يونيورسٽي ۾ ٿيندڙ ٻن شاگرد جي قتل جي ذميوارين ۽ سزا ڪان لهرائي نئون بحث ڇيڙڻ گهران ٿو.“

اهو صحيح آهي ته اسين شاگرد ڪان جيڪو مثبت ڪردار ادا ڪرائڻ گهرون ٿا. ايترو تيز ۽ اعليٰ معيار جو نه ڪرائي سگهيا آهيون. ڇو ته اسان جي پارٽي جي شاگرد تنظيم جستاف به ان ماحول ۽ سماج جو حصو آهي. اسان جي ڪارڪنن ۽ ساٿين تي به منفي رجحان اثرانداز ٿي سگهن ٿا.

هونئن به ڏوهه يا منفي عملن ۾ فوري لذت ۽ فوري مفادن حاصل

ٽيڻ جو احساس ٿئي ٿو. ان ڪري جلدي ماڻهو غلط رخ ڏانهن لاڙو ڪندو آهي. پر ان جو مقصد هي نه آهي ته اسين شعوري طرح پنهنجي ڪارڪنن جي خامين ۽ اوڻتن تي پردو وجهي ڪين غلط ڪمن لاءِ همٿائيندا رهيا آهيون. شايد ڪڏهن به ڪٿي به اهڙو مثال نه ملي ته جسٽاف جي مرڪزي صدر کي ڪنهن غلط عمل سبب سزا طور مرڪزي عهدي تان لاهي سزا ڏني وئي. ڇا اهو احتساب جو عمل گهٽ آهي. جڏهن ته ان قسم جون برايون تمام گهٽيون عام آهن.

اسان جي جدوجهد جو نتيجو آهي ۽ اسين هئاسين جن تعليمي ادارن ۾ مارشلائي ڇاڙتن ۽ دهشتگردن جي مزاحمت ڪندي ادارن کي بچايو. نه صرف ايترو، پر اهو رڪارڊ تي آهي ته منهنجي شاگرد سياست جي وقت ۾ سيني شاگرد تنظيمن سان منهنجا گهرا ۽ دوستانه لاڳاپا هئا، جنهن جا ڪافي مثال سامهون آهن. ڊاڪٽر همايون قاضي سپاف جو اڳوڻو صدر هن وقت مون سان جيل ۾ آهي. اسان جو ساٿي آهي. ڊاڪٽر گهنشام پرڪاش، امداد چانڊيو، علي حسن چانڊيو، D.S.F جيڪي سڀ اڄ اسان جي ساٿ ۾ شامل آهن. نه ته اڄ جنهن جهنڊي ۽ نالي واري تنظيم جو مير عالم عهديدار آهي ان تنظيم جا ڏوهه ڳڻجن ته لڳ ڪانڊارجي وڃن ٿا. امداد چانڊيو کان وٺي امير علي ايري تائين سيني ننڍين ننڍين شاگرد تنظيمن جي اڳواڻن کي ماري، ڪٽي، بي عزت ڪري، هاسٽلن مان نيڪالي ڏني وئي هئي. سندن سامان ڪٽي، ڪتاب ۽ تنظيمي رڪارڊ ساڙيا ويندا هئا. ۽ سياست ڪرڻ تي بندش لاڳو ڪئي ويندي هئي، پر مان ان وقت به مزاحمت ڪندي سيني شاگردن ۾ تحفظ جي احساس لاءِ جاکوڙ ڪئي هئي.

اڄ شهيد نذير عباسي جي عظمت جي ڳالهه ڪجي ٿي، پر شايد دوست کي خبر ناهي ته سندس تنظيم جي جيالن سنڌ يونيورسٽي ۾ شهيد نذير عباسي جي ورسي جي سلسلي ۾ گڏ ٿيل شاگردن جي احتجاجي ميڙ تي فائرنگ ڪري ڪين سخت مارڪٽ ڪئي هئي، پر مان

پنهنجي زماني ۾ شهيد نذير عباسي جو نالو جيئي سنڌ جي پليٽ فارم تان هاسٽل تي رکيم. حقيقت ۾ شهيد جي عظمت کي ميڃنا ڏنم، جڏهن ته مونکي سخت مخالفتن کي منهن ڏيڻو پيو، پر اصولن کان نه هٽيس. منهنجي ڪاتي ۾ ڪنهن به سنڌي شاگرد کي چماٽ هڻڻ ته پري جي ڳالهه آهي، پر گلي ڪان جهلي ڏاڍيان ڳالهائڻ جو ڪيس ثابت ڪريو ته مان سياست کان ئي بس ڪندس. جڏهن ته مان پنهنجي شاگرد سياست ۾ تمام طاقتور، جيئن ڏاڍا مڙس هوندا آهن ان انداز سان وقت گذاريو، پر ڪڏهن به منهنجي ڏاڍ مڙسي ڪنهن جي دل آزاري جو سبب نه بڻي. اڄ به ڄامشورو جا شاگرد، استاد ۽ پيو نوڪري پيشه عملو يا ڄامشورو جا رهندڙ ماڻهو شاهدي ڏيندا ته منهنجو ڪردار ڪيئن رهيو. ڪڏهن به ڪنهن استاد کي بليڪ ميل نه ڪيم. ڪڏهن ڪنهن هوٽل واري جو مفت ۾ چانهه جو ڪوپ ته نهيو پر ڇهه آني جي ٽافي به نه کنيم. جڏهن ته دڪاندار خود مونکي خوشي سان آڇيندا هئا، پر ڪڏهن به مفت نه کنيم. ڪڏهن به ڪنهن استاد سان بدتميزي يا غنڊه گردي ڪري امتحان ۾ پاس ٿيڻ يا خثيث مفاد حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪيم. ڪنهن استاد يا پرنسپال جي ڪرسي تي پاڻ چڙهي نه ويٺس.

ان ڪان پوءِ تعليمي ادارن ۾ صحت مند روايتون قائم ڪرڻ لاءِ (Initiate) ورتم. ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ (Book Fairs) ڪتابي ميلا، ثقافتي ۽ ادبي نمائشون (Cultural & Literary exhibition Festivals) چتاپيتي جا مقابلا ۽ راندين جا هفتا ملهائي، (Debates, Sports Weeks) شاگردن ۽ شاگردياڻين ۾ خوداعتمادي پيدا ڪرڻ لاءِ گڏيل تعليمي چتاپيتي لاءِ ڪوششون ورتم. اهو سڀ ڪجهه رڪارڊ تي موجود آهي. اسين گهٽ پوسٽ ۾ جيڪي مثبت سرگرميون وساري ڇڏيون هيون سي اسان شروع ڪيون. نتيجي ۾ سنڌ جي تعليمي ادارن اندر هڪ سٺو مثبت ماحول پيدا ٿيو ۽ ڪڏهن ڪڏهن اڃا به ان جي جهلڪ نظر

ايندي آهي، پر مجموعي طور برائين جي خاتمي لاءِ ٿائم نہ ملي سگهيو، نہ ئي سرڪار ۽ تعليمي ادارن جي انتظاميہ جو تعاون رهيو ۽ مونکي زخمي ڪري رستي تان هٽايو ويو.

مان پهريون شاگرد اڳواڻ هئس، جنهن سڀ کان پهرين شاگرد سياست تان رٽائر ٿي عوامي سياست ۾ پير پاتو، جڏهن تہ اسان جي والدين جي عمر جا ليڊر اجا شاگرد اڳواڻ لڳا گهمن.

ان ڳالهہ جو بنياد بہ اسان ئي قائم ڪيو تہ شاگرد تنظيمون غير شاگردن کي تنظيم مان ٻاهر ڪڍن. اڄ اسان جي تنظيم ان پيرائي تي هلي رهي آهي. پر اجا ڪافي ڪجهہ ڪرڻ لاءِ وقت درڪار آهي.

باقي جرڳي ڪاميٽي ۽ مهراڻ يونيورسٽي جو واقعو هتي موضوع نہ آهي ان ڪري لکڻ مناسب نٿو سمجهان. ان متعلق تفصيلي جرڳي ڪاميٽي ڏانهن موڪليل اپيل ۾ لکيو اٿم. جلد ئي پڙهندڙن جي سامهون ايندو.

منهنجي ان رٽ کي سرڪاري موقف بنائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي تہ منهنجي ۽ صدر اسحاق جي موقف ۾ دوست کي ڪو فرق نظر نہ آيو آهي. منهنجي سڄي ڳالهہ ۽ بامقصد بيان کي هن دوست صرف هن جملي تي محدود ڪري ڇڏيو آهي تہ، "طلباءُ کو سياست نهين ڪرني چاهيئے" لفظن جي ڦيرگهير ۽ پنهنجي مقصد مطابق تشريح ڪري گمراهي ڦهلائڻ بدديانتي آهي. ان تي تفصيلي بحث ڪرڻ کان اڳ مان دوست کي صلاح ڏيندس تہ حقيقت پسنديءَ جو مظاهرو ڪري ۽ ٿوري دير لاءِ سياسي وابستگيون هڪ طرف ڇڏي صرف محب وطن ۽ هڏ ڏوڪي سنڌي جي حيثيت ۾ تعليمي ادارن جي حالت ۽ شاگرد تنظيمن جي ڪردار تي نظر وجهي، پوءِ نتيجن کان اسان کي آگاهہ ڪري.

جيڪڏهن ڪو هڪ ماڻهو دانهن ڪندو آهي تہ ماڻهو سوچڻ تي مجبور ٿيندو آهي تہ همراهہ کي ڪهڙي ڳالهہ يا ڪهڙي عمل ايذايو آهي جو مخالفت پيو ڪري. پر سنڌ جي تعليمي ادارن جي حالت تي

سنڌ جا تقريباً سڀ استاد، محب وطن سنڌي دانشور ۽ سڀ قوم جا گهڻگهرا ۽ هڏڏوکي حلقا ان ڳالهه تي زور ڀرين ٿا ته هاڻي گهڻو ٿيو، شاگرد، تنظيمن کي سنڌ تي رحم ڪائي، تعليمي ادارن ۽ شاگردن کي بخش ڪرڻ گهرجي.

ان پهلوءَ تي سوچيو نٿو وڃي. جڏهن عام شاگردن، سنڌن والدين ۽ سنڌ جي هڏڏوکين جا هٿ خدا ڏانهن (سنڌ جي شاگرد تنظيمن کان نجات حاصل ڪرڻ لاءِ) اٿن ته پوءِ اها حالت ڏکوئيندڙ ۽ سنگين نه آهي. اڃا خير گهرو جيڪڏهن عام شاگرد سياڻي متحد ٿي اعلان ڪن ته هو ڪنهن به شاگردن جي جماعت کي تعليمي ادارن ۾ مداخلت نه ڪرڻ ڏيندا پوءِ ڇا ٿيندو. هن وقت به جيڪي به شاگرد تنظيمون آهن، انهن جو وجود ڏاڍ مڙسي جي بنياد تي گهڻو ڀاڙيندڙ آهي. باقي منجهن سياست ۽ ڪردار ۽ عمل کان متاثر ٿي شاگردن کي شريڪ ڪرڻ جي صلاحيت ختم ٿي چڪي آهي.

هن وقت حالت هي آهي ته عام شاگرد جيڪو پرائمري جي تعليم کان وٺي انٽرميڊيٽ تائين سرڪاري ناانصافين ۽ بغير رٿابندي ۽ مائٽن جي نگراني کانسواءِ انڌي منڊي پڙهائي ڪري، جڏهن ڪنهن فني ڪاليج يا يونيورسٽي ۾ داخل ٿئي ٿو ته ان جي اڳيان تنظيم ۾ شامل ٿيڻ جو Criterea اهو آهي ته ڪهڙي تنظيم جو دٻدٻو گهڻو آهي؟ ڪهڙي تنظيم هاسٽل تي ڪمرو وٺي ڏئي سگهي ٿي؟ ڪاليج انتظاميه ڪنهن جي رُعب هيٺ آهي. جيئن بغير محنت ۽ پڙهائي جي امتحان پاس ڪري سگهجي. ان کان پوءِ ڪاليج ۽ هاسٽل جي ڪينٽين کان ٿيندڙ مفت خوري کان وٺي ويندي وڏا وڏا ڏوهه ڪرڻ تي ڪين ڪهڙي تنظيم تحفظ ڏيندي؟

اهڙي تنظيم ۾ شاگرد شريڪ ٿين ٿا. نتيجي ۾ تنظيمُ جو اڳيون سوجهرو به ختم. مڪمل گهيري ۾ اچي پنهنجا انقلابي ۽ قومي مقصد وساري ٿيون ويهن.

شاگرد تنظيمون صرف گذر و سفر جو ذريعو بنجيو وڃن. جڏهن معيار، چتاپيٽي ۽ مثبت تعليمي سرگرمين جي بجاءِ پنهنجي وجود جي بقا جو بنياد ڌاڍ مڙسي تي رکجي ٿو، پوءِ يقيناً هر تنظيم ڪوشش ڪري ٿي تہ سندس وجود قائم رهي. پوءِ غلط سلط طريقا اختيار ڪري پنهنجو جياپو ڳولجي ٿو. پاڪستان ۾ اهو بہ خاص طور سنڌ ۾ هٿيار ملڻ ائين آهي جيئن ڪو پار گهران ڪتمنا وٺڻ لاءِ نڪري ۽ آساني سان هر دڪان تان حاصل ڪري سگهي.

جيڪو ڪلاشنڪوف ڪٽي غنڊه گردي نٿو ڪري سگهي، اهو وري انتظاميہ ڪان پارٽي جي جلسن يا گڏجاڻين جي نالي ۾ پئسہ وٺي هضم ڪندو آهي يا ڪو مريض جي نالي ۾ اسٽور تان سرڪاري دوائون وٺي وڪڻي ڪائي ويندو آهي يا ڪو امتحان ۾ پاس ڪرائڻ لاءِ بليڪ ميلنگ ڪندو آهي.

مطلب تہ اسان جي شاگردن مان گڻ تيزي سان ختم ٿي رهيا آهن. مان مير عالم مري متعلق هڪ واقعو لکڻ مناسب سمجهان ٿو. جڏهن اسان جي تنظيم جو ڪارڪن هو، شايد ايل. ايم. سي جو صدر هو. هڪ دفعي امتحان ۾ ڪجهہ شاگردن جي فيل ٿيڻ سبب هنن پرنسپال آفيس کي تالو هڻي ۽ فرنيچر جي پيچ ڊاهہ ڪئي. جڏهن هنن کي ۽ ڪجهہ استادن کي، مون مسئلي ٿاهڻ لاءِ گهرايو هو تہ اٿندي استادن هڪ ڳالهہ چئي تہ، ”توهين هن سال کي، ڪاپي روڪ سال، ملهائي رهيا آهيو، پر اوهان جي تنظيم جو (ايل- ايم- سي) جو صدر امتحان حال ۾ اچي اعلان ڪري ٿو تہ گهبرايو نہ کلي عام ڪاپي ڪريو، توهان کي ڪو ڪجهہ نہ چوندو.“ چوڻ لڳا تہ، ”جڏهن دعويٰ قوم لاءِ هيتري وڏي ٿا ڪريو ۽ پاڻ عمل نہ ٿا ڪريو تہ پوءِ ايڏي ڳالهہ ڇو ٿا ڪريو.“ مان شرم ۾ ٻڏي ويس.

اهو ساڳيو دوست مير عالم مري هو. مون پڇيو. ”ادا! ڇو آفيس کي تالا هنيا اٿوَ؟“ چيائين، ”انتظاميہ سپاف کي لفٽ گهٽي ٿي ڏي، اسان

ڪان پيڇن ئي نٿا.“ مطلب تہ ناجائز طور نااھل ڇوڪرن ڪي امتحان ۾ پاس ڪن، تہ پوءِ مون استادن جي سامھون مير عالم ڪي چيو تہ ”توھين ڪيڏا بہ وڏا سياسي اڳواڻ بنجو پر اھو نہ وساريو تہ شاگرد آھيو. جڏھن شاگرد جي حيثيت ۾ آھيو تہ پنھنجا فرض نہ وساريو. استادن جو احترام ڪرڻ سِکو.“ بھرحال مان پنھنجي ساٿين طرفان استادن کان معافي ورتي مسئلو حل ٿي ويو. تہ ھاڻ مان پڇان ٿو تہ دعويٰ ڪئي ٿي وڃي تہ منفي ڪلچر جو خاتمو آٿينداسين ۽ پاڙ گوڏي تائين ان منفي ڪلچر ۾ گتل ھججي تہ پوءِ سڌارو ڪيئن ممڪن آھي.

شاگرد سياست ۾ برائين جي ايتري انتھا آھي ۽ اھڙا اھڙا شاگرد تنظيمن ۾ شامل آھن جن ڪي سندن والدين بہ پنھنجو اولاد ڪرڻ لاءِ تيار نہ آھي. جڏھن تنظيم جي تحفظ ھيٺ ھجن ٿا تہ رھزن بنجي ٿا وڃن. چوري، ڦر، ڌاڙو، بليڪ ميلنگ، استادن جي بي عزتي، نشو ۽ زنا عام معمول ھوندو آھي. نياڻين جي عصمت تہ ٺھيو پر معصوم ڇوڪرن جي بہ عزت محفوظ ناھي ھوندي. انھن سان Rape ڪيا ويندا آھن.

معاملو صرف ٻن ٽن يا پنجن قتلن جو ناھي، پر مسئلو سنڌ جي مستقبل ۽ بقاءُ جو آھي.

اسين مڃون ٿا تہ سنڌ جي شاگردن جو سنڌ جي سياست ۾ تمام تاريخي ڪردار رھيو آھي، پر صرف ماضي جا حوالا ٻڌائڻ ڪافي ناھن. حال ڇا آھي، مستقبل ڇا ٿيندو؟ اھو غور طلب مسئلو آھي. سڄي دنيا اندر شاگرد سياست جو انقلابن ۽ سماجي ارتقا ۾ سگھارو ڪردار رھيو آھي. ڪيوبا، آفريڪا ۽ چين تازو آسام ۽ بنگلاديش ۾ شاگردن جو ڪردار قابل رشڪ آھي پر آيا اسين ۽ اسان جون شاگرد تنظيمون انھن وانگر سرگرم ۽ جذبن سان ڀرُ آھن؟

فلسطين جو مثال سامھون آھي. بغير ڌرتيءَ جي گذريل 40 سالن کان مسلسل وڙھندا رھيا آھن. سالن جا سال اسڪولن ۾ تعليم پرائڻ کان محروم رھيا آھن، پر وري بہ توھان ڏسندؤ تہ سڄي عرب دنيا ۾

سٺا انجنيئر، سٺا فني ۽ تعليمي ماهر توهان کي فلسطيني نظر ايندا، ڇو نہ هو سمجهن ٿا تہ تعليم جي اهميت ڇا آهي؟

آفريڪا، ڪيوبا ۽ هندستان ۾ شاگردن نہ صرف احتجاجي قوت (Street Power) طور سرگرم ڪردار ادا ڪيو، پر اتي جي شاگردن انقلابين پارٽين سان گڏجي پنهنجي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وڃي پنهنجي عوام کي بيدار ڪيو. انهن ۾ تعليم عام ڪئي ۽ سياسي شعور پيدا ڪيو. نتيجي ۾ قومون آزاد ۽ خوشحال ٿي ويون.

اسان جي حالت ڇا آهي؟ صرف نعري بازي بس! نعريبازي ۾ اسان ڪيترائي نوجوان مارائي چُڪا آهيون، پنهنجي نادانين سبب فوت ٿيا هجن يا رياستي مشينري جي دهشتگردي جو شڪار ٿيا هجن، پر ٿلهي ليکي ڳڻبو تہ ڪابہ قوم آزادي کان اڳ ايتري قيمت ادا نہ ڪندي آهي، جيڪا اسان صرف نعري بازي سبب ڏني آهي. پنهنجي هاستلن مان نڪرڻ لاءِ تيار ناهيون. اخلاقي طرح ڪمزور ۽ بي اعتباري جو شڪار، سياسي اهليت، پڙهڻ، تعليم ۽ نصابي صلاحيت ڪجهہ ڪونہ. سياسي ڪارڪن يا اڳواڻ اخبار پڙهندا تڏهن بہ صرف پنهنجا بيان، باقي ٻيو هڪ لفظ بہ پڙهڻ لاءِ تيار ناهن.

مطلب تہ اسان مان محنت ڪرڻ جي صلاحيت ۽ سگهہ ئي ختم ٿي وئي تہ پوءِ قوم جي بقاءُ ۽ آزادي جي ويڙهہ ۾ قوم جي حصي ۾ ڇا ڳڻائي سگهنداسين؟ تباهہ! جيڪي ليڊر صرف ان ڪري هجن جو سماج ۾ عزت ٿئي، اوڙي پاڙي ۾ رعب ۽ دٻدٻو رهي، اخبار ۾ بيان ۽ فوٽو ڇپجي تہ پوءِ انهن جي سوچ بہ محدود ۽ تنگ نظري تي هوندي، ڪانئن دورانديشي جي توقع رکڻ اجائي آهي.

مان پنهنجي موقف تان ڦريو ناهيان، پر پنهنجي نسلن جي حال ۽ مستقبل لاءِ ضرور ويچاري سگهان ٿو. اسان جنهن وقت شاگرد تنظيمن ۾ مثبت رجحانن لاءِ جدوجهد ڪري رهيا هئاسين، ان وقت صرف چند نالي ڳڻيا ماڻهو غنده هوندا هئا، جيڪي تنظيمن جي آڙ يا شاگرد

تنظيمن کي يرغمال ڪري تعليمي ادارن ۾ غنده گردي ڪندا هئا ۽ شاگرد سياست ۾ منفي لاڙا پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوبه موقعو ضايع نه ڪندا هئا، پر اڄ حالت ئي ابتڙ آهي، جيڪڏهن اسين ايمانداري سان شاگرد تنظيمن کي ڏسنداسين ته اثر رسوخ ۽ اڪثريتي لحاظ کان شاگرد تنظيمون به رهيون آهن، جيئي سنڌ ۽ سپاف. باقي ننڍين ننڍين تنظيمن کي سياست جو حق ته اسان پاڻ ئي نه ڏنو آهي. ويچارا لڪي لڪي ڪو پمفليٽ يا پرچو ڪمرن ۾ اڇلائي ويندا هئا. سپاف ۽ جيئي سنڌ جي حالت اها هئي ته جتي سپاف طاقتور رهي اتي جيئي سنڌ جي سياست تي بندش هوندي هئي ۽ جتي جيئي سنڌ طاقتور هئي اتي سپاف تي بندش ۽ اها سرڪشي جاري رهي. اڳ جهيڙا ٿيندا هئا هڪ به شاگرد قتل ٿيندا هئا، ڪنهن به شاگرد جو قتل مظلوم قوم لاءِ هاڃي کان گهٽ ناهي، پر اسان وٽ مسئلو صرف شاگردن جي قتل جو ناهي پر سڄا نسلن جا نسل جهالت ۽ تباهي جي اوڙاهه ۾ ڌڪجي رهيا آهن.

تعليم پرائڻ، پاڻ ۾ صلاحيت پيدا ڪرڻ ۽ مسلسل محنت ڪرڻ جو جذبو ئي ختم ٿي ويو آهي. هر مسئلي ۾ (Short Cut) جا عادي ٿي ويا آهيون. امتحان ڪاپي ڪري يا استادن کي ڌمڪائي پاس ڪندا آهيون. اڳ اسين جيڪڏهن ڪنهن استاد کي سفارش ڪندا هئاسين. سا به منٿ ۽ گذارش جي انداز سان ته سائين! هن اسان جي دوست محنت ڪئي آهي پر پوزيشن لاءِ ڪوشش ۾ آهي ان لاءِ ڪانئس Viva. Voce ۾ دل کولي سوال جواب پڇيا وڃن. اهل هجي ته سندس حق نه ماريو وڃي، پر اڄ ڇا صورتحال آهي، ڪو ليڊر يا تنظيم جو ڪارڪن امتحان ۾ فيل ٿئي ته سڄو ڪاليج بند. پرنسپال جي ڪرسي کي باهه ۽ استادن کي بليڪ ميل ڪري ڌمڪيون ڏنيون وڃن ٿيون.

اخلاقي معيار ۽ قدر ختم ٿي ويا آهن، مفت خوري، چنداخوري، چوري، ڦر ۽ ڪوڙ اسان جي زندگي جو معمول آهن. اها روش ڪنهن هڪ شاگرد جي قتل واري ڪانهي، پر قومن جي اجتماعي قتل واري

آهي. قومن جو مستقبل اونداهو ڪرڻ جي برابر آهي. سوچڻ جي ڳالهه آهي ته اسين پنهنجي پويان ايندڙ شاگردن کي کهڙيون مثبت ۽ جاندار روايتون ورثي ۾ ڏيئي وڃون ٿا يا منفي ۽ تعليم دشمن روايتن جا انبار. نتيجي ۾ شاگرد پنهنجو توازن وڃائي ٿا ويهن.

هڪ ماڻهو غنڊه گردي ڪري ٿو، ڪلاشنڪوف ڪڍي ٿو، چوري ڦر يا ڌاڙو ڪري ٿو. پر ٻيو شاگرد اڳواڻ جيڪڏهن پنهنجي ڪاليج يا يونيورسٽي انتظاميه کان ڌمڪين يا ٺڳي ذريعي هڪ هزار يا پنج هزار روپيا وٺي هضم ڪري وڃي ته مان سمجهان ٿو ته هن ڦورو کان اهڙو شاگرد بدتر آهي ۽ اهو رجحان اسان جي هر هڪ اڳواڻ ۾ موجود آهي. ضرورت پوندي ۽ جيڪڏهن ڪنهن چاهيو ته رڪارڊ ۽ ثابتين سان پيش ڪبو.

اسين ڊاڪٽر دودي جي ڪوڙن جي درد ۽ نظير عباسي ۽ شهيد احسان جي قربانين ۽ لازوال جدوجهد تان هٿ نٿا کڻون، پر اسان ان ورثي کي شاندار ۽ تعريفي ورثي طور سنڌ جي تاريخ جو حصو بنائڻ گهرون ٿا. ايئن نه ٿئي ته شاگرد سياست جي هن وقت ٿيندڙ منفي اثرن جي گرد ۾ اهي قربانيون ۽ جدوجهد ايڏي ڌنڌلي ٿي وڃي جو سياڻي ماڻهو ان قربانين ۽ ورثن کي به وساري صرف شاگردن کي نفرت ۽ تباهي جو اهڃاڻ سمجهڻ لڳن، ته پوءِ ڇا ٿيندو؟

گندي ڪان گندو ڪم ڪندڙ ماڻهو به پنهنجي ڪرتوتن جي حمايت لاءِ ڪونه ڪو دليل ڏيندو آهي.

مير عالم مري چوي ٿو ته، "ڪنهن بيماري جو علاج بجاءِ ان کي گهٽو ڏيئي مارڻ جي صلاح آهي."

مان چوان ٿو ته، "ڪجهه مرض اهڙا ٿيندا آهن جو جنهن به عضوي ۾ ٿين ته ترت ان عضوي کي ڪٽي وڏيڪ جسم کي بچايو ويندو آهي. جيڪڏهن ٿوري به سستي ڪبي ته زهر سڄي جسم ۾ ڦهلجي مريض جي زندگي جو خاتمو آڻيندو آهي."

جيڪڏهن معاملو دليل ۽ جوابي دليل جو آهي تہ اهو بحث ۽ قصو سالن جا سال هلندو پر ڪوبہ نتيجو نہ نڪرندو.

آخر ۾ مان ضروري سمجهان ٿو تہ منهنجي جاري ڪيل بيان لاءِ وضاحتي سبب پيش ڪريان. هن وقت ڪجهہ سياسي جماعتون يا ڪٿي چوان اڪثريتي سياسي جماعتون اهڙيون آهن جن وٽ عوامي حمايت ۽ قوت نہ هئڻ جي برابر آهي. سواءِ پارٽي عهديدارن ۽ چند ماڻهن جي مڙيئي اخباري بيانن تي زنده آهن، انهن جو گهڻو دارومدار شاگرد تنظيمن جي سياست تي آهي. نتيجي ۾ هر سياسي هلچل ۾ ڪين صرف شاگرد ئي مدد ڪندا آهن ۽ اهي جماعتون زنده رهن ٿيون. يقيناً اهڙين سيني جماعتن کي اها ڳالهہ ناگوار گذري آهي، شايد هو هر قسم جي مخالفت بہ ڪن.

مون اها رٽ ڏني آهي تہ، "تعليمي ادارن ۾ مستقل امن، تعليمي ماحول ۽ چٽاڀيٽي پيدا ڪرڻ لاءِ شاگرد تنظيمن جي خاتمي جو اعلان ڪيو وڃي." ان مان مراد اها آهي تہ جيڪي بہ شاگرد تنظيمون يونيورسٽين ۽ ڪاليجن ۾ عام شاگرد لاءِ صرف هاسٽل حاصل ڪرڻ يا امتحان ۾ پاس ٿيڻ جو ذريعو يا سندن غير اخلاقي حرڪتن تي سندن تحفظ جو سبب بنجن ٿيون. انهن جو ڪوبہ تعليمي سماجي ۽ سياسي ڪردار نہ آهي تہ پوءِ انهن جي رهڻ جو جواز ڪهڙو؟

هاڻ جڏهن شاگرد تنظيم جي عمل و دخل ۾ انهيءَ Glamour ۽ غير سياسي ڪلچر جو خاتمو ايندو. بليڪ ميلنگ جا طريقا ناڪام ٿيندا، انتظاميہ تي اثر رسوخ ختم ٿيندو تہ پوءِ اهي مجبور ٿي معياري سياست ۽ مثبت ڪردار ڏانهن موٽنديون. چو تہ تنظيم جي مقبوليت ۽ رهنمائي جو محور ۽ معيار تبديل ٿي ويندو. پوءِ حقيقي طرح سنجيده ڪردار، سياسي Cader جي تعليم و تربيت، ڪرڻ اخلاقي سطح بلند ڪرڻ. سنا مخلصانہ رويہ جوڙڻ، استادن جو احترام ڪرڻ ۽ خود انهن جي اندر ۾ علمي ۽ نصابي شوق پيدا ڪرڻ جهڙا گڻ جنم وٺندا. سندن

سياسي پارٽين جي ساک ۾ اضافو ۽ سنڌ جي اينڊڙ نسلن جي بقا ۽ نجات جي ضمانت بنجي سگهجي ٿو.

هاڻي سوال آهي ته ان چڪتاڻ مان شاگرد تنظيمن کي ڪيئن ٻاهر ڪيجي؟ ان لاءِ منهنجي رٿ هئي ته جيسين سرڪاري طرح شاگرد يونين کي بحال ڪيو وڃي ان وقت تائين سڀ شاگرد تنظيمون گڏجي پاڻ ۾ ويهن ضابطه اخلاق متفقه طور تي جوڙين ۽ سڀ ان تي عمل ڪرڻ لاءِ رضامندانه بنيادن تي پابند هجن. هر غير سياسي، غير اخلاقي ۽ غير تعليمي سرگرمين جو خاتمو ڪري باقي انفرادي طور بدمعاشي ڪندڙن جي مزاحمت ڪن ۽ شاگردن جا تعليمي اداري اندر جيڪي به مسئلا ٿين ٿا ڪاليج کان وٺي هاسٽل تائين، هاسٽل کان وٺي حڪومتي ايوان تائين. انهن جي حل لاءِ اسين غير سرڪاري طريقي سان عام شاگردن جي ووٽ ذريعي غير سرڪاري يونين چونڊايون. انتظاميه ۽ سرڪار وٽ شاگرد مسئلن جي حل لاءِ اها يونين رهنمائي ڪري پوءِ ڏسو ته شاگردن جي روين ۽ تنظيمن کي ذاتي مفاد ۾ استعمال ڪرڻ جي روش ۾ ڪمي اچي ٿي يا نه؟ آهستي آهستي پنجن- ستن سالن ۾ هڪ خوشگوار تعليمي ماحول پيدا ٿي سگهي ٿو، پر ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته اسان کي اهو احساس ٿيڻ گهرجي ته هن وقت تائين اسان اجتماعي طور ڇا وڃائي چڪا آهيون؟ اسان جون شعوري ۽ لاشعوري ڪوتاهيون ڇا هيون؟ انهن جي حل لاءِ ننڍي کان ننڍو قدم کڻجي، پر کڻجي ضرور. باقي صرف خيالن ۽ خوابن ۾ منفي اثرن تي تنقيد ڪجي. پنهنجي ذات خود منفي اثرن ۾ گهيريل هجي ان جو احساس ئي نه هجي. تعليمي ادارن ۾ شاگردن ۽ استادن تي رعب ۽ دٻدٻي سان معمولي مفاد حاصل ڪرڻ کي پنهنجو حق سمجهنداسين ته پوءِ سڌارو ممڪن نه ٿيندو. اهو جواز ڏجي ته، "فلاڻي تنظيم ڪري ٿي، اسان ڪيو ته ڪهڙو ڏوهه آهي." ته پوءِ منهنجا سائين! هن قوم جي مقدر مان غلامي ۽ استحصال کي علحده نه ڪري سگهبو.

ممڪن آهي اها غلامي اسان جي هن ڌرتي تان پنهنجي قومي سجاڳي جي ختم ٿيڻ سان ئي ختم ٿئي. باقي اسان جو ايمان آهي تہ نيڪ نيتي ۽ جرئتمندي سان قوم ۽ ڌرتيءَ جي وسيع تر مفادن کي نظر ۾ رکندي ڪوبہ عمل ڪبو آهي تہ ان جي حق ۾ قدرت بہ فيصلو ڏيندي آهي.

اسان جو ايمان آهي تہ هي قوم جيڪا بيشمار سازشن جو شڪار ٿي ذلتن ۾ گهيرجي، وجود ميسارجڻ جي حد تائين پهتي آهي، پر ضرور هڪ ڏينهن عزت ۽ وقار سان هن ڌرتيءَ تي آزادي ۽ خوشحالي ماڻيندي.

19-3-1992

ڊاڪٽر قادر مگسي

لانڍي جيل، ڪراچي

# سنڌ ۾ ڌاڙيل مسئلي جو پس منظر
# ۽ ممڪن حل

سنڌ ۾ ڌاڙيل مسئلو سڄي سنڌ ۽ سنڌين لاءِ عذاب بڻجي پيو آهي. هن ڪان اڳ ڌاڙيل فيڪٽر نہ ايڏو سرگرم رهيو آهي نہ ئي عام سنڌي ماڻهن لاءِ پيڙاءُ ۽ اذيت جو سبب بڻيو آهي. سڀ حلقا، سرڪار، دانشور ۽ سياستدان پنهنجي پنهنجي انداز سان ڇنڊڇاڻ ڪري حل تجويز ڪن ٿا. مان مناسب سمجهان ٿو تہ سنڌ ۾ ڌاڙيل مسئلي جو سياسي، نظرياتي، سماجي، معاشي ۽ تاريخي پس منظر جو جائزو ورتو وڃي. جيئن مسئلي جا بنياد سمجهي ۽ بهتر حل تجويز ڪري سگهجن. مان بحث مباحثي لاءِ سڀني حلقن کي دعوت ڏيان ٿو تہ هن مسئلي تي سنجيدگي سان غور ڪري متفقہ حل ڳوليو وڃي. جيئن ان بنياد تي سرڪار تي دٻاءُ وجهي مستقل طور ڌاڙيل فيڪٽر جو سنڌ مان خاتمو آڻي سنڌي ماڻهو کي امن ۽ سڪون سان جيئڻ سان گڏوگڏ عزت ۽ وقار جي بحالي ۽ مالي تحفظ جي فراهمي ڪري سگهجي، تہ جيئن سنڌ جي سماجي ارتقا جو منجمند عمل ٻيهر شروع ٿي سگهي ۽ سنڌ جي ٻهراڙين کي شهرن ۽ صنعتي يونٽن ۾ تبديل ڪري، سنڌ ۽ سنڌين کي خوشحال بڻائجي.

## 1- تاريخي پس منظر

سنڌ ۾ ڪنهن بہ حڪمران کي باقاعده منظم ۽ هٿياربند فوج نہ رهي آهي. ان جو بنيادي سبب سنڌ خطي جي زرخيزي ۽ شادابي رهيو آهي

۽ انهيءَ ڪري سنڌي قوم جو مزاج جارحيت پسندانه نه پر، امن پسند رهيو آهي. اهوئي سبب آهي ته هر جابر ۽ جارح فاتحن سنڌ کي تباه برباد ۽ پائمال ڪيو آهي. اسان ڪان پنهنجا تاريخي، ثقافتي ۽ علمي ورثا ڪسيا يا برباد ڪيا ويا آهن.

راجا ڏاهر جي شڪست ۽ عرب فاتحن جي اچڻ ڪان پوءِ سمن ۽ ميرن وٽ ڪجهه سرڪاري فوج رهي آهي ۽ ان جو به بنيادي ڪارڻ دفاع رهيو آهي، جيئن ڪنهن به پاهرين حملي آور ۽ ڦورو کي منهن ڏيئي مقابلو ڪري سگهجي. نه ته سڄي تاريخ ۾ ڇڙواڳ ۽ جٿن جي شڪل ۾ قبائلي، يا ذاتين ۽ خطن جي لحاظ ڪان هٿياربند ماڻهو رهيا آهن ۽ ڌارين پرمار خلاف مزاحمت ڪندا قربان ٿيندا رهيا آهن. گهٽ فوجي طاقت ۽ جديد هٿيارن جي ڪمي هئڻ سبب سنڌي ماڻهن جي ويڙهه جو طريقو ڇاپا مار جنگ (Gaurilla war fare) جهڙو رهيو آهي. مثلاً فوجي ڇانوڻين تي رات پيٽ ۾ حملو ڪرڻ، اناج ۽ مال جا گودام ساڙڻ، رستا روڪ ڪري پيڙيون وغيره ساڙي ڇڏڻ، ناڪه بندي ڪرڻ يا انفرادي طرح مکيه حڪمران ۽ انهن جي ڇاڙتن کي قتل ڪرڻ. ان سڄي پس منظر ۾ ڌارين تاريخدانن سنڌين جي ڀرپور مزاحمتي ۽ دفاعي جنگ کي اوچتا حملا ۽ ڌاڙا ۽ ذاتين کي ڌاڙيل قرار ڏنو آهي.

جو ته ڌارين پرمارن جي مفادن خلاف ۽ انهن کي نقصان پهچائڻ، سنڌين جو بنيادي مقصد پئي رهيو آهي. باقي انفرادي طرح سنڌ ۾ ڌاڙيل جو لفظ (Term) حر تحريڪ ۾ وڌيڪ مشهور ٿيو. "هندستان خالي ڪريو" (Quiet India) تحريڪ ۾ پير پاڳاري صبغت الله شهيد طرفان ڪيل جدوجهد ۾ حرن جو ڪردار مثالي نوعيت جو رهيو آهي. ذاتي عقيدي پرستي ۽ حب الوطني ۾ پنهنجا گهربار ۽ ننگ قربان ڪري ڇڏڻ جا اهڙا مثال ٻئي هنڌ ڪونه ملندا. ان وقت ۾ جيجو جرنيل، بچو بادشاه ۽ گلو گورنمينٽ جا نالا ٻڌا ويا، جن مکي ٻيلي ۽ سانگهڙ ضلعي اندر متبادل حڪومت قائم ڪري ڇڏي هئي، ڪابه ريل

يا موٽر گاڏي انهن جي ٽيڪس ادا ڪرڻ کان سواءِ نہ گذرندي هئي. ان ڏينهن کان سنڌين جي بي مثال قرباني ۽ بهادري کي ڏسندي ڌاريا حڪمران سنڌ جي بهادري کان خوف کائيندا رهيا آهن. نتيجي طور صبغت الله شاه کي شهيد ڪري ۽ مُکي بيلو ڪٽي چَڪن ۾ تبديل ڪري، غير سنڌين کي آباد ڪري ۽ زمينون فوجين جنرلن کي الاٽ ڪيون ويون. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ جيڪي بہ حُر بغاوت ۾ گهربل ماڻهو هئا، انهن کي موجوده پير پاڳارا جي ذريعي پيش ڪرائي پوءِ انهن جي ذهني تربيت (Brain Wash) ڪري، کين پاڪستان جو وفادار بنائي آزاد ڪيو ويو، ڇوتہ پير خود بہ پاڪستان سرڪار جو وفادار بندو بنجي چڪو هو. باقي پير جي فيصلي جي انحرافي ڪندڙ رحيم هنگورو کي ڦاسي ڏني وئي. رحيم هنگورو جي بهادري ۽ غيرت جي ڪارنامن بابت جيلن جون ديوارون شاهدي ڏينديون. ان کان پوءِ سنڌ ۾ تمام گهٽا ڌاڙيل پيدا ٿيا آهن ۽ ٿيندا پيا اچن. سيني جي ڌاڙيل ٿيڻ جا بنيادي ڪارڻ سماج ۾ موجود ناانصافي، ظلم، عزت نفس مجروح ٿيڻ، بي دخل ٿيڻ، بي گهر ٿيڻ، اڻ برابري وارا قانون، انصاف جا ٻٽا معيار، بک ۽ بدحالي رهيا آهن.

سنڌ ۾ ڌاڙيل جو بنيادي اصول بهادري ۽ شناس غريب دوستي ۽ مظلوم پروري رهيو آهي، جيڪي بہ ڌاڙيل اصولن تي قائم رهيا آهن، بهادري، غيرت ۽ شناس جي اصولن تي ڪاربند رهيا آهن، اهي سنڌ ۾ لوڪ گيتن، ڪهاڻين ۽ قصن ۾ ورجايا وڃن ٿا. ماڻهو خوشي ۽ فخر سان ڳوٺن جي ڪچهرين ۾ انهن جا ڪارناما ٻڌائيندا رهندا آهن. مٿن بيت ۽ ڏورچيا ويا آهن ۽ موجوده وقت ۾ انهن تي ڊراما ۽ فلمون جڙيون آهن، ڇو تہ اوڙي پاڙي، ننڍ وڏائي، نياڻي سياڻي، قرآن جو احترام، غريب غربي ۽ مظلوم جو خيال، تحفظ ۽ مدد ڪري ماڻهن جي دلين ۾ محبت ۽ احترام حاصل ڪيو اٿن. ان سلسلي ۾ ڦل ماڇي کان وٺي پرو چانڊيو تائين انفرادي بغاوتن جو دور رهيو آهي ۽ ايذي شديد

عوام آزاري پيدا نہ ٿي هئي ۽ انهيءَ وچ ۾ بدڪردار ۽ وحشي قسم جا لڄالت ڪندڙ رهزن بہ رهيا آهن، پر اهڙن ڪي خود سندن ساٿين ئي ختم ڪري ڇڏيو يا ٻيلن ۾ گهڙڻ تي پابندي هئي يا جهنگ مان نيڪالي ڏني ويندي هئي.

اسان ٻاڻ ننڍا هوندا هئاسين تہ اسان کي ڦل ماڇي جا ڪارناما فخريہ طور تي ڳوٺن ۾ ٻڌائيندا هئا. ان جي شرافت، وقار ۽ بهادري جا قصا مشهور هوندا هئا. مثلاً ڪنهن واردات ۾ لکن رپين جو سون ڦر ڪري ڪٺي پئي ويو. سامهون ٻيبي (سيدن جي عورت) اچي ويئي سڀ ڪجهہ ان جي قدمن ۾ ڇڏي هليو ويو. يا هلندڙ ريل ۾ ٽپو ڏيئي پولس کان ٻچي ويو. يا سازش کان پوءِ جڏهن قتل ڪيو ويو تہ دهشت سبب ڪوبہ پوليس آفيسر سامهون نٿي آيو. ۽ لاش کي Slute ڪيو ويو يا جيڪو ڪجهہ شاهوڪارن کان يا سرڪاري ناڻو ڦر ڪندو هو. اهو غريبن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو ۽ ساڳي طرح پرو چانڊيو جا قصا بہ مشهور آهن ۽ انهن جي ڌاڙيل ٿيڻ جا بنيادي سبب سماجي برايون، ناانصافي، زميندارن جا ظلم يا ننگن سان ڇيڙڇاڙ ٻڌايا ويندا آهن.

سنڌ ۾ بهادري ۽ اصولن جي لحاظ ڪان جيڪي ڌاڙيل مشهور ٿيا آهن، انهن ۾، ڦل ماڇي، صاحب ڏنو ماڇي، غلام قادر ميربحر، جاڙو ميربحر ۽ پرو چانڊيو جا نالا اچن ٿا. جيڪي عورت جي احترام، قرآن جي احترام، سيد ذات جي احترام، غريب سان محبت، جاگيردار ۽ ظالم دشمني سبب مشهور آهن.

## 2- سماجي پس منظر

سنڌي سماج ۾ مڪمل طور جاگيردار قدر رائج آهن، جنهن ۾ ذات، پات، اناپرستي، وهم پرستي، مردن جي حاڪميت، هاري کي ذاتي غلامي سمجهڻ، ٻارين ٻچين نسل درد نسل زميندارن جي غلامي ڪرڻ، ايتري قدر جو زندگي ۽ موت تي بہ جاگيردار ۽ زميندار جو اختيار رهڻ

جهڳڙا قدر مروج آهن. پوليس ۽ ٻيا سرڪاري ادارا مڪمل طور جاگيردارن ۽ وڏيرن جا پيچ لتڪائو آهن ۽ ڪنهن جي به عزت ننگ توڙي مال متاع ۽ زندگيون محفوظ ناهن.

نفسياتي طرح سنڌي ماڻهو ذاتي مسئلن ۾ انتهائي باغيرت ۽ وفاداري جو پتلو رهيو آهي. پاڻي جي واري تان، ٻني جي ڏنگ تان، غير ماڻهو جو ڳوٺ مان مٿو اگهاڙو ڪري مٿڻ يا ڪارو ڪاري جي چڪرن تان خون ڪري وڃهندا آهن ۽ هميشه جيل ڀريل هوندا آهن. مٿان وري پوءِ سالن کان خانداني ۽ قبيلائي ذاتين جا جهيڙا، ڪوسن جا پچڻ سان. چانڊين جا مگسين سان بگٽي، جکراڻي، ماڇي، ميمڻ، سهاڳ، جاگيراڻين سان. مطلب ته جيترين ذاتيون اوترا جهيڙا. هلندي معاملو سوين.خونن ۽ بربادين تائين پهچي ٿو. پوءِ به نبيرو نٿو ٿئي، ڇو ته جاگيردار جا مفاد ان ۾ آهن ته عام ماڻهو وڙهيل هجي، ڪمزور هجي ۽ ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ سندس آڏو محتاج رهي. ان ڪري انهن قبائلي جهيڙن ۾ وڏيڪ پارٽ ڏيڻ سازشي وڏيرن ۽ جاگيردارن جو ڪم رهيو آهي. ڪڏهن ڪڏهن هڪ ئي ذات جا پنهنجو پاڻ ۾ جهيڙا. چوي فلاڻي سال فلاڻي هنڌ اسان جي ڏاڏي جو توهان جي وڏن پٽڪو لاٿو، سو عزت جو پلاند آهي. ان ڪري پوءِ ڪو دوداڻي، ڪو آدماڻي، ڪو ٻيڏاڻي ڪو مريداڻي مڙيئي ٻارهوئي پاڻ ۾ ڳنڍيل رهن ٿا. اهو سلسلو سالن کان جاري آهي ۽ اڄان به قائم آهي. ٻيو سماجي پاسو هي آهي ته سنڌ ۾ خاص طور ڳوٺن ۽ ٻهراڙين ۾ تعليم جي ڪمي ۽ سماجي معاملن کان اڻ واقف غريب مسڪين هاريءَ زميندارن جي آڏو پئسي لاءِ محتاج هوندا آهن. سڄي عمر ڏينهن رات محنت ڪرڻ، ۽ سياري اونهاري رت ولوڙڻ کان پوءِ به سک جي ٻه ويلا ماني ميسر نٿي ٿئي. زميندار جي غلط حساب ڪتابن، وياجن ۽ ڪاغذي ليکن ۾ هاري وري به سال لاءِ قرضي رهندو آهي. نتيجي ۾ هانوَ اندر باهه جو مچ ٻيو مچندو آهي. مٿان وري ڪوبه تحفظ نٿو رهي. جڏهن به زميندار چاهي هاري کي

ڪوڙي الزامن ۾ گرفتار ڪرائي، بي عزت ڪرائي ڇڏي، ٿاڻن ۾ مارائي، ڪٽائي ڪيس سچي عمر بغير ضمانت جي جيلن ۾ رهڻ تي مجبور ڪيو وڃي يا زمين تان بي دخل ڪرائي، ڏاندن جو جوڙو ۽ رهڻ لاءِ گهر به کسيو وڃي يا ڪنهن به هاري جي نياڻين ۾ اکيون وجهي عزت پائمال ڪئي وڃي. صدين کان پيڙجندڙ اها پيڙهي هيٺائي ۽ ڪمزوري سبب ڪٿي سڀ ڪجهه برداشت ڪري به وڃي، پر جنهن جو اولاد (ان ظلم جي چڪي ۾ پيسجي وڏو ٿئي ٿو) جوان هجي، ٻانهن ۾ ٻل به هجي، پنهنجي ابي امان ۽ لڄن جي عزت ۽ ذلت سبب نفرتن ۾ پڃي راس ٿئي ته اهو ڪيئن سڀ ڪجهه برداشت ڪندو، پوءِ هو انفرادي طرح انتقام وٺڻ جو پهه ڪري ڪوشش ڪندو آهي ته ذلت جو خاتمو ٿي وڃي. وڏيري ۽ ان جي ڪمدار کي ختم ڪرڻ سان يا پنج- ڏهه ماڻهن کي ختم ڪرڻ سان هو سمجهندو آهي ته سماج ۾ تبديلي اچي ويندي، پر هو ان ڳالهه کان اڻ واقف هوندو آهي ته هي سچو ڪوڙهه سموري سماج ۾ ڦهليل آهي. فردن کي ختم ڪرڻ سان نه پر سڄي سماجي جوڙ جڪ ۽ نظام جي تبديلي سان سڪون ۽ وقار بحال ٿي سگهي ٿو. جاگيردار وڏيري جي ڪردار کان پوليس جو ڪردر انتهائي وحشياڻو ۽ ناقابل برداشت هوندو آهي. هوئڻ ڪير به ذاتي مسئلن ڪري يا مصلحتن ڪري ايڏو وڏو ڏوهاري نه به ٿئي پر پوليس ٿاڻن ۾ پوليس ۽ صوبيدارن جي رويي کان پوءِ ڪهڙو به شريف ۽ باعزت ماڻهو بندوق کڻڻ کانسواءِ رهي نه سگهندو. ڇو ته هر قسم جي شرافت، انسانيت ۽ اخلاقيات جا ليڪا لنگهي ماڻهو کي مجبور ڪيو ٿو وڃي. ته هو ڏوهاري بنجي، ڌاڙيل بنجي، ڪيل نه ڪيل ڏوهه پاسي، گهر گهاٽ ۾ ڊور ڊڳا وڪڻي، انهن جا پيٽ پيري. زن دختر گارين کان وٺي اگهاڙو ڪري گهمائڻ، مڇن ۽ ڏاڙهين جا وار پٽڻ، جسم جو سَنڌ سَنڌ ڪٽي جسم تان چمڙي لاهڻ، ان کان به وڌيڪ سندن عورتن، ڪنهن جي ڌيءُ، ڀيڻ، زال، ڀاڄائي يا ماءُ کي پڪڙي اگهاڙو ڪري زيادتيون ڪرڻ

۾ سنڌ پوليس جا ڪارناما لکجن تہ ڪتاب لکجي وڃن. وري داد رسيءَ لاءِ ڪورٽ ۾ ججن جي انصاف ڪان بہ اسين چڱي طرح واقف آهيون. مجرم، قاتل ۾ ظالم ٻاهر ۽ فريادي ۽ مظلوم قيد. رشوت ۽ پئسي سبب وڏي ڪان وڏا ڏوهاري آزاد ٿيو وڃن ۽ وري سياسي اثر رسوخ ۽ سرڪار جي پاليسي ۽ حڪمن آڏو انصاف محتاج ٿي ويهي ٿو رهي. اهڙي صورتحال ۾ سنڌ اندر شريف، انسان دوست ۽ اعليٰ گڻن جا بااخلاق علمي، سياسي ۽ فني ماهر پيدا ٿيندا ۽ يا باغي، انتقام جي باهہ ۾ ٻرندڙ ماڻهو؟

پر هن وقت صورتحال مڪمل طرح تبديل ٿي چڪي آهي. سنڌ جي ڌاڙيلن جو مزاج تاريخي اصولن ڪان هٽيل ۽ سندن ڪارروائين ۾ مڪمل طور تبديلي ۽ وحشانيت آهي. ان ڪري ضروري آهي تہ اسان مڪمل طرح تجزيو ڪريون ۽ جائزو وٺون تہ ان تبديلي جي پويان ڪهڙا سبب آهن ۽ ڪهڙا خفيہ هٿ آهن ۽ آخرڪار اُن جو سنجيدگي سان مستقل ديرپا حل ڇا آهي؟ ڪوتاهي ڪنهن ڪان ٿي رهي آهي. ڪٿي اسين سڀ ان سازش ۽ نفسياتي گهيري ۾ قاسي غلط پروپيگنڊا جي محور ۾ گم ٿي، غلط تجزيہ ڪندي سڄي قوم سميت تباهي ڏي تہ نہ وڌي رهيا آهيون؟ ان ڪري ضروري آهي تہ جيڪي بہ حقيقتون نظر اچن انهن کي عوام سامهون چٽو ۽ واضح ڪجي.

**پاڻ هن وقت ڌاڙيلن کي ٻن حصن ۾ ورهائينداسين:**

(1) مارشلا جي شروعاتي دؤر ڪان 83ع ۽ 86ع واري ايم- آر- ڊي جي تحريڪ تائين.

(2) 1986ع ڪان وٺي 1991ع تائين.

**پهريون دؤر**

ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪمراني ۾ چون ٿا تہ هڪ ئي اهڙو ڌاڙيل هو، (شايد ”مبين ڏاهري“) جيڪو باقاعده ڪارروايون ڪندو هو،

پر پوءِ سرڪار سان ڳالهيون ڪري پيش پيو ۽ شايد پوءِ ماريو ويو ۽ ان ڪان پوءِ مسلسل (خاص ڪري) ڌاڙيلن جي تعداد ۾ آهستي آهستي اضافو ايندو ويو آهي، ۽ هن وقت گراف چوٽ تي پهتل آهي. چيو وڃي ٿو تہ، 40 ڪان 50 هزار ڌاڙيل ٻيلن ۾ موجود آهن، پر مان سمجهان ٿو تہ ڪنهن بہ صورت ۾ 5 هزارن ڪان وڌيڪ تعداد ناهي. ڌاڙيل بڻجڻ جي پويان سيئي بحث ڪيل مٿيان سبب رهيا آهن، پر مارشلا جي دؤر ۾ تعداد ۾ اضافو جو ٿيو آهي ان جو سياسي، سماجي ۽ قانوني پس منظر آهي. جيئن تہ ذوالفقار علي ڀٽو جي سياست جي شروعات، طاقت جو سرچشمو عوام روٽي، ڪپڙا مڪان وغيره جي نعرن سان ٿي، پوليس کي عوام جو خادم ۽ محافظ، عوام کي ملڪ جو حاڪم چيو ويو ۽ جاگيردارانہ طاقت ۽ ملڪيت جي خاتمي جا نعرا ڏنا ويا. عملي طرح ڀلي سڄي سياست ان جي ابتڙ رهي هجي، پر نعرن جي حد تائين عوام ۾ زبردست جوش و خروش پيدا ڪيو ويو. نفسياتي طرح عوام کي بيوس ۽ مجبوري مان ڪڍي همت ٻڌڻ ۽ پاڻ ڀرو ڪرڻ ڏانهن وٺي ويو. سياسي ۽ شعوري سجاڳي، حق، عزت ۽ وقار جو احساس پيدا ٿيو، پر ڀٽو حڪومت جي خاتمي ۽ مارشلا اچڻ ڪري هڪ تہ عوام کي طاقت ذريعي هيسائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي، ٻئي طرف ڪارا قانون لاڳو ڪري پوليس ۽ فوج کي عوام جو مالڪ بنايو ويو. جاگيردارن، زميندارن کي رعايتون ڏيئي انهن کي هڪ دفعو واري طاقتور بنايو ويو. سڀ ڪان بدترين پاسو عدالت جو هو مارشلا ڪورٽ (سمري ۽ اسپيشل ملٽري ڪورٽ) قائم ڪري، انصاف ۽ قانون کي پيرن هيٺان چيپاٽي عوام جي آخري انصاف جي اميد بہ ختم ڪئي ويئي. جڏهن تہ سنڌ جي سماجي صورتحال ساڳي رهي. جهيڙا، فساد، بغاوتون، سماجي ناانصافي، اقتصادي استحصال، لٽ ڦر ۽ بدحالي ۾ وڌيڪ اضافو ٿيو، ظلم ۽ زيادتين ۾ واڌاري سبب ماڻهن انفرادي طرح مزاحمت شروع ڪري ڇڏي. اڳ ۾ ماڻهو گرفتار ٿيندا هئا تہ ڪورٽن

ذريعي ضمانتن يا ڪيس هلائي آزاد ٿيڻ جو آسرو رهندو هئن، پر مارشلا ڪورٽن نهڻ ڪان پوءِ ماڻهن جي انصاف ۽ عدالتن مان ويساه ختم ٿي ويو. نتيجي ۾ معمولي ڪان معمولي ڏوهه ۾ گهربل ماڻهو بندوق کڻي ٻيلي ۾ وڃڻ مناسب سمجهيو ۽ شروعاتي دؤر ۾ ٻيلي ۾ وڃڻ جو مقصد، ذاتي پناهه ۽ سندس خاندان جو تحفظ هوندو هو، نه ڪي لٽ ڦر، پوءِ جيئن جيئن جبر، زيادتي، ظلم ۽ استحصال وڌندو ويو آهي تيئن تيئن ڌاڙيلن جي تعداد ۽ ڪارروائين ۾ اضافو ايندو ويو آهي. جتي جتي ظلم وڌيو آهي ۽ جاگرافيائي طور تي تحفظ نظر آيو آهي، اتي ڌاڙيل ٻي معنيٰ ۾ باغي ماڻهن جو اضافو ٿيو آهي. مثلاً لاڙڪاڻي ڪان وٺي دادو ۽ ڄامشورو تائين، سکر ڪان وٺي حيدرآباد تائين هڪ طرف ٻيلا ۽ جهنگ. ٻئي طرف جبل ۽ پهاڙن ۾ تحفظ ڳولهيو ويو. جڏهن ته لاڙ بالڪل خاموش ۽ سرد رهيو آهي. سواءِ ڪراچي جي. اهو وري علحده پس منظر آهي.

ڀٽي صاحب جتي عوام ۾ سجاڳي ۽ همت پيدا ڪئي اتي ساڳيو جاگيردارانه ڪردار ادا ڪندي سنڌين جو نفسياتي گهيراءُ ڪري ڇڏيو، پرمارن پوليس ۽ ٻين ايجنسين کي سنڌين جي ڪمزوري کان واقف ڪرايو ويو. مثلاً ڪنهن به گڙٻڙ تي يا گهربل ماڻهو کي هٿ ڪرڻ ۽ پيش پوڻ لاءِ انهن جي والدين سميت سندن ننگن کي به ٿاڻن ۾ بند ڪيو ويو. جيئن 73 واري آئين جي مسئلي تي احتجاج ڪندڙ سياسي ڪارڪنن يا صوبائي وزير زيدي جي اغوا تي. صرف عورتن کي گرفتار ڪري ٿاڻن ۾ بند نه رکيو ويو، پر شلوارن ۾ ٻليون وجهڻ، زنا ۽ زيادتيون ڪرڻ. ايتري حد تائين جو ڪيترن عورت جو ويم به پوليس ٿاڻي جي لاڪ-اپ ڪوٺي ۾ ٿيو. اهو سلسلو اڄ ڏينهن تائين جاري آهي. ان سلسلي ۾ ڀٽو صاحب تي اهو تمام وڏو ڏوهه سنڌي عوام پاران لاڳو ٿيل آهي. شروعاتي دؤر ۾ ننگن جي عزت يا والدين ڪري ماڻهو پيش (Surrender) پوندا هئا. پر ڪجهه وقت ڪان پوءِ اهو

حربو ناڪام ٿي ويو، جو ماڻهن پيش پوڻ بجاءِ ننگن ۽ ڄڻن جي عزت جو بدلو وٺڻ مناسب سمجهيو. نتيجي ۾ هٿيار کڻي ٻيلن جو رُخ ڪيائون ۽ اهو سلسلو مسلسل هلندڙ ۽ وڌندڙ آهي، پر پوءِ به سرڪار ۽ حڪومت انهن طريقن ۽ قانونن ۾ ڪا به تبديلي نه آندي ۽ نه ئي عوام اندر تحفظ ۽ وقار جي احساس پيدا ڪرڻ لاءِ ڪو انصاف ڀريو قدم کنيو ۽ نه ئي وري... سماجي نابرابري، ناانصافي ڦرلٽ، پوليس ۽ ٻين ايجنسين طرفان ٿيندڙ ظلمن کي روڪيو ويو. نتيجي ۾ نفرت ۽ بدلي وٺڻ جي شدت تيز ٿيندي رهي آهي. پهريائين ڌاڙيلن جون ڪارروايون روڊ ڦرڻ يا گاڏين ڦرڻ تائين محدود هيون، پر پوءِ اصلي دشمن يعني جاگيردار ۽ رياستي قوتن خلاف اعلانيه جنگ ڪرڻ تائين وسيع ٿي ويون. پرو چانڊيو جي زماني ۾ پوليس جي ماڻهن، پاڻ کي پوليس وارو سڏائڻ ڇڏي ڏنو ۽ خاص طور تي پرو چانڊيو سيني ڌاڙيلن ۾ ٻڌي ۽ هر نئين پيڳل ماڻهو کي تحفظ، تعاون ۽ مدد ڪرڻ جي روايت وڌي. نتيجي ۾ ملٽري پوليس ۽ ٻين ادارن لاءِ جديد هٿيار ۽ جنگي سامان هئڻ جي باوجود ڌاڙيلن سان مقابلو ڪرڻ مشڪل بنجي پيو ۽ جتي به محاذ آرائي يا دو- بدو مقابلا ٿيا، اتي رياستي ادارن کي زبردست جاني نقصان کڻڻو پيو. انهي دؤر ۾ مشهور ڌاڙيل تمام گهڻا ٿيا ۽ ڪجهه ماڻهن کي باقاعده عوام جي همدردي به رهي. جن ۾ صاحب ڏنو ماڇي، جاڙو ميربحر، نصير فقير، پرو چانڊيو، نادر جسڪاڻي، علي گوهر چانڊيو، غلام قادر ميربحر، ڪمال ڪوسو، قلندر بخش ڪوسو وغيره قابل ذڪر آهن. ان دور جو خاتمو پرو چانڊيو ۽ نادرجسڪاڻي جي موت کان پوءِ ٿيو.

## ٻيو دؤر

ڌاڙيلن جو ٻيو دؤر ايم- آر- ڊي جي تحريڪن کان پوءِ سنڌ اندر شروع ٿيو آهي ۽ ڌاڙيلن جي تعداد، ڪارروائين ۽ سفاڪي ۽ وحشانيت ۾ به اضافو آيو آهي. مارشلا جي ڏکي، طويل ۽ ڪاري دؤر

۾ جتي سياسي بيچيني پيدا ٿي، اتي غير يقيني ۽ ڏاڍ جي صورتحال سان گڏوگڏ سنڌ جي سياسي ڌرين ۽ خاص طور اسيمبلي سياست ڪندڙ وڏيرن کي لالچ يا ڌمڪي وسيلي وڏيڪ آمريت جو پيچ لتڪائو بنايو ويو. نتيجي ۾ معاشي بدحالي پنهنجي عروج تي پهتي، ناانصافين ۽ سياسي بنيادن تي عوام مٿان ڏاڍاين ۽ قهري ڪارروائين جي شروعات ٿي، ڌاڙيلن جي بهاني ڳوٺن جا ڳوٺ ڊاهي مسمار ڪيا ويا. پوليس ۽ فوج کي بي انتها اختيار ڏيئي، اچي ۽ ڪاري جي مالڪ بنايو ويو. 1983ع ۽ 1986ع جي تحريڪن ۾ سرگرم علائقن ۽ مرڪزي ڳوٺن کي نشانو بنائي عزت نفس ۽ عورتن جو تقدس سڀ ڪجهه پائمال ڪري، سنڌي ماڻهن کي وڏيڪ اذيتن ۽ پيڙائن ۾ ڦٿو ڪيو ويو. ڳوٺن، گهرن جي تباهي سان گڏوگڏ مالوند ماڻهن جا مال، مينهون، ڍڳا ڍور، ٻڪريون رڍون، سڀ جا سڀ سرڪاري آپريشن ڪندڙ ادارن جي پيٽن ۾ هضم ٿي ويا. ڪڪڙ ۽ پکين کي به بخش نه ڪيو ويو. مردن ۽ عورتن سان ٿاڻن ۽ فوجي ڪيمپن کي پيري سنڌي ماڻهن جي بي حسي تي ٺهڪ ڏنا ويا، جيڪي به مرد باغي يا ارڏا نظر ايندا هئا، انهن کي گوليون هٽي ڌاڙيل ڏيکاري، اخبارن ۾ اعلان ڪيو ويندو هو، جنهن به عورت ۽ نياڻين کي چاهين، انهن جي عزت پائمال ڪن. جن کي وٺين جيلن حوالي ڪري، سالن جا سال واڙي رکن. اها سماجي صورتحال پيدا ڪئي وئي. ايڏي ظلم و بربريت تي سياسي تنظيمن جي مجرمانه خاموشي، عوام اندر وڏيڪ ڪاوڙ ۽ نفرت کي جنم ڏنو. معاشي طرح سنڌ بدحالي جي ڌٻڻ ۾ گهيرجندي رهي آهي. ڪالا باغ ڊئم جي نالي ۾ سنڌو درياءَ جو پاڻي روڪڻ، فصلن جي تباهي، ڏڪار ۽ قيمتون مرڪزي سرڪار طرفان مقرر ڪرڻ، مهانگائي جو عروج، ملڪ اندر رشوت خوري، اسمگلنگ، ناانصافي ۽ ڦرلٽ تي ٻڌل معاشي نظام ۾ ٿورو ماڻهو روز بروز پنهنجي دولت ۾ اضافو آڻي رهيو آهي ۽ غريب ۽ محنت ڪش ماڻهو روز معاشي بدحالي جي ڌٻڻ ۾ ڦاسجندو پيو وڃي.

عدالتي نظام جي حالت جو ذڪر وڏيڪ لڱ ڪانڊاريندڙ آهي.

مارشلا دؤر ۾ هر ماڻهو کي سمري ملٽري ڪورٽ طرفان ڪوڙن سميت هڪ سال کان وٺي ٽن سالن تائين سزا ڏني پئي وئي، جيڪي ڪنهن به قانوني دفاع جي اجازت نه هئڻ سبب سراسر ناانصافين تي مبني هيون. تقريباً سياسي ڪارڪنن سميت هر عام ماڻهو سان اهو رويو رهيو. ان کان پوءِ اسپيشل ملٽري ڪورٽن جيتريون ڦاهين ۽ عمر قيد جون سزائون سنڌي ماڻهن کي ڏنيون، شايد چاليهه سالن ۾ سڄي پاڪستان ۾ ايتريون ڦاهيون نه ڏنيون ويون هجن. مارشلا جي خاتمي جي اعلان ۽ جوڻيجو حڪومت ۾ به سنڌ مٿان ظلم جا ڪارا ڪڪر ختم نه ٿيا. سنڌين کي وڏيڪ سيڪٽ ڏيڻ لاءِ اسپيشل ڪورٽون ۽ اسپيشل ٽربيونل جوڙي، ماڻهن سان عدالتي ناانصافي ڪئي وئي. پاڪستان ۾ اهو ڪهڙو باشعور ماڻهو آهي جيڪو اسپيشل ڪورٽن جي انڌن قانونن ۽ زياتين کان واقفيت نه رکندڙ هوندو. ان ڪري مسلسل عدالتي ناانصافي سبب جرم وڌندو رهيو آهي. هڪ ڳالهه هي مڃٽي پوندي ۽ سيني کي قبول ڪرڻ گهرجي ته سنڌي ماڻهو روايتي ۽ تاريخي طرح ذاتي ۽ انفرادي مسئلن تي انتهائي باغيرت ۽ ردِعمل ڪندڙ رهيو آهي. زمين جي هڪ جريب پاڻي جي واري يا ڪاروڪاري جهڙن مسئلن تي هميشه سندس انتها پسندانه ردِعمل رهيو آهي. اهوئي سبب آهي ته سنڌ جا جيل هميشه اهڙن ماڻهن سان ڀريل هوندا آهن ۽ وري عدالتن جي ناانصافي ماڻهن کي خود رو فيصلا ڪرڻ يا ڀيلن جو رخ ڪرڻ تي مجبور ڪيو آهي.

## جيلن جو ڪردار

سنڌ ۾ نفرت ۽ درندگي، انتقام ۽ جرائم پيشه نفسيات پيدا ڪرڻ ۾ جيلن جو به وڏو ڪردار رهيو آهي. جيلن اندر جيڪي ناانصافيون ۽ زيادتيون ڪيون وڃن ٿيون. برداشت ڪرڻ ته پري جي ڳالهه آهي، پر جيڪڏهن ڪوبه شريف ماڻهو ڏسي ۽ ٻڌي ته ان جو ردِعمل به انتهائي نفرت انگيز هوندو. هڪ ڳل تي چماٽ کائي ٻيو ڳل

آيڻ، "هو چوَنئي تون مرَ چئو" جي فلسفي تي ايمان رکندڙ ۽ عدم تشدد جو فلسفو پيش ڪندڙ پيغامبر گانڌي به هن وقت سنڌ جي جيلن ۾ اذيتناڪ ۽ عزت نفس مجروح ڪندڙ منظر ڏسي ها ته هٿيار کڻڻ تي مجبور ٿي پوي ها. مختصر طرح مان توهان کي سنڌ جي جيلن ۾ ٿيندڙ حالتن جو پس منظر ڏيکاريان ته مناسب ٿيندو.

جيلن ۾ مروج انگريزن جي وقت جا ڪارا قانون ۽ طور طريقا، جيڪي حاڪمن، غلام قوم کي ڪمزور ڪرڻ، بي عزت ڪرڻ ۽ پنهنجي حڪمراني کي مضبوط ڪرڻ لاءِ جوڙيا هئا. سي ساڳيا قانون ۽ (Manual) اڄ تائين جيلن تي لاڳو آهن. ان جي شروعات قيدي جي جيل جي وڏي گيٽ (جنهن کي "ماڙي" چيو ويندو آهي) ۾ داخل ٿيڻ سان ٿئي ٿي. ماڙي ۾ داخل ٿيڻ سان اتي بيٺل ڪجهه سپاهي گاريون ڏيئي، چنبا هڻي، ايترو ته ذليل ڪندا آهن جو ماٺهو روئڻ تي مجبور ٿي پوندو آهي. قيدي کان چپل پيرن مان لهرائي اوڪڙو، پيرن تي ڪنڌ هيٺ ڪري زمين تي ويهاريو ويندو آهي ۽ ڪنهن به انڪار تي لٺ بردار تيار هوندا آهن، جيڪي گهٽ ۾ گهٽ ٽي انچ قطر (Dia-meter) جهڙن ٿلهن ڏنڊن سان قيدي جي پيرن جا ترا ڪٽي پيرن جا مُرا پيچي ڇڏيندا آهن. شلوار لهرائي اگهاڙو ڪري، سچو پٽر (Fan- belts) ان وقت تائين هڻندا رهندا آهن جيسين پنڊٽن (Hips) جي چمڙي لهي رت هاڻي نه ٿي پوي. ان وقت تائين الله اڪبر جا نعرا گوجندا رهندا آهن. ان کان پوءِ ڏنڊا بيڙيون ۽ آڙا بيڙيون هڻي بند واردن ۾ يا ڦاسي گهاٽن ۽ چريا واردن ۾ بند ڪيو ويندو آهي. پئي ڏينهن انهن کي وڏيڪ ذليل ۽ خوار ڪرڻ لاءِ هٿن ۾ ڀهارا ڏنا ويندا آهن ته ڀهاري هڻو، انڪار تي وري ساڳي سچ پٽرن جو وسڪارو. هن هيڏي زيادتي ۽ ذلت آميز رويي کان پوءِ قيدي وٽ ڪوبه هٿيار نه هوندو آهي، سواءِ بک هڙتال ڪرڻ جي. جڏهن قيدي بک هڙتال شروع ڪندا آهن ته هفتي کان ڪوبه ماڻهو جيل انتظاميه طرفان پڇاڙي نه ڪندو آهي. جيل جو ڊاڪٽر خود به انهي جرم ۾ شريڪ هوندو آهي.

پوءِ ڪمزور ماڻهو ويچارا، مجبوراً سمجهوتو ڪندي ذلت آميز قيد گذارڻ تي مجبور ٿين ٿا. جيلنِ جي انتظاميه گهٽ ۾ گهٽ هزارن ۾ پئسا وٺي انهن کي بند وارڊ مان ڪڍي بيرڪن ۾ شفٽ ڪندي آهي. باقي جيڪي وڏيڪ ارڏا ۽ باغيرت هوندا آهن ۽ مسلسل بک هڙتال جاري رکندا آهن. انهن کي مسلسل ڪٽڻ، صبح شام ڏنڊا هڻڻ، ڪپڙا کسي اگهاڙو ڇڏي ڏيڻ، جيل جي (Toilets) ڪاڪوس خانن جو گند جمع ڪري، ان جي ڪولي آڏو ڦٽو ڪرڻ، واِت ۾ گهوڙي جا لغام وجهي ڇت ۾ ٽنگڻ. هٿن ۾ هٿڪڙي هٽي، انهن کي مسلسل ٻڌي ڪمزور ۽ نستو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي آهي. پيشاب شيشن ۾ ڀري انهن جي جسم ۽ منهن تي هاريو ويندو آهي. اسلامي، انساني، اخلاقي ۽ قانوني احترامن جا سڀ ليڪا لتاڙي جيل انتظاميه جلاد هئڻ جو ثبوت ڏيندي آهي. ڪنهن به صورت ۾ سنڌ جا جيل نازي ۽ فاشي فوجن جي اذيت گاهن کان گهٽ ناهن هوندا. اجان به قيدي جي آڻ نه مڃڻ کان پوءِ خراب ٿيندڙ حالت ۾ بجاءِ دوا درمل ڏيڻ جي، قيدي کي (Forcible rectal feeding) زوري هيٺان کان ڊوشن ذريعي نرم خوراڪ وڌي ويندي آهي. اهڙي حالتن ۾ گذرندڙ ماڻهن کان اذيتون ۽ ذلتون برداشت ڪرڻ کان پوءِ به توقع رکو ٿا ته انهن ۾ انسانيت، اخلاقي معيار، قومي غيرت پيدا ٿيندي؟ ناممڪن! صرف انتقام بدلي ۽ ذهن تي سوار رسوائين ۽ ذلت جو پلاند وٺڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبه جذبو نه رهندو آهي.

جيلنُ ۾ بهترين ۽ قابل آفيسر ان کي سمجهيو ويندو آهي جيڪو وڏيڪ سفاڪ، جلاد انسان دشمن ۽ بداخلاق قسم جو ماڻهو هجي، جنهن جي نالو وٺڻ سان قيدين سان گڏوگڏ جيل جا سپاهي به ڏڪي وڃن. ان کي بهترين تعريفي سرٽيفڪيٽ ۽ انعام ڏنا ويندا آهن. جيل جي صورتحال کان پوءِ ڪجهه پوليس سرڪاري ايجنسين جا ڪرتوت ڏسڻ به ضروري آهن.

## پوليس ۽ ايجنسين جو ڪردار

بغير ڪنهن مئجسٽريٽ ۽ وارنٽ يا ليڊي پوليس جي ڪنهن، به ماڻهو جي گهر ۾ گهرڻ، بغير ڪنهن غيرقانوني شيءِ برآمد ڪرڻ جي جنهن کي وٽين بي عزتو ڪرڻ، جنهن کي وٽين گرفتار ڪري ڪٽي وڃي کهڙو به سلوڪ اختيار ڪرڻ پوليس جا روز جا معمول آهن ۽ عام ماڻهن کي قانوني طرح ڪوبه تحفظ ناهي. نتيجي ۾ تشدد ۽ عذابن مان گذاريندي ماڻهو يا ته ذهني طرح مفلوج ۽ چريا ٿي ٿا وڃن يا گهٽائي جوان تشدد وگهي مري ٿا وڃن. اڄ ڏينهن تائين ڪنهن به صوبيدار يا پوليس آفيسر تي ڪنهن بي گناهه کي مارڻ جو ڪيس هلائي سزا نه ڏني وئي آهي. پوليس جي من مستي ايتري تائين وڌيل آهي، جو ڪنهن جي به نياڻي، ڀيڻ، زال سان ڪٽي زبردستي ڪن ته ڪابه فرياد ۽ داد ڪونهي. مريم جو واقعو تازو اسان جي سامهون آهي، جتي قانون تي عمل ڪرائيندڙ ادارا ڏوهه شروع ڪن، قانون جون ڀڃڪڙيون ڪن، عدالتن مان انصاف پلئه نه پوي ته اتي فرد يا گروه خودرو طرح فيصلا ڪرڻ شروع ڪندا آهن. پوليس جا ڪارناما ايتري تائين به هوندا آهن ته ڪنهن به وڏيري يا بااثر ماڻهو جي چيچ ۽ پٺي ٺپرڻ تي ڪنهن جي به نياڻي اغوا ڪري، سندس آبرو ريزي ڪرائي، وري ڪيس بي گناهه هارين تي مڙهيو ڇڏين، يا ڪنهن به قتل، ڦر ڌاڙي ۾ ڦسا وٺي مظلوم ۽ بي گناهه ماڻهن کي چالان ڪري ڇڏڻ جيڪي غربت ۽ پٺ نه هئڻ سبب جيلن ۾ ذلت آميز زندگي گذاريندي کپي ٿا وڃن. يا ته جرائم پيشه بنجي انتقام جي باهه ڪٽي نڪرن ٿا.

## سماجي ۽ معاشي سبب

سماجي طرح جاگيردارانه اثرن ۾ رهندڙ عام ڳوٺاڻو ماڻهو سادگي ۽ اڻڄاڻائپ جو شڪار رهي ٿو. وڏيري يا مقامي زميندار، مير، پير جا ظلم، ڪامورن ۽ پوليس طرفان زيادتيون سڀ پنهنجي جاءِ تي پر هڪ مکيه سبب هي به آهي ته ملڪ ۾ هٿيارن جي فراواني ۽ سرڪار

طرفان ٻٽا معيار قائم ڪرڻ سبب به ڏوهن ۾ واڌ آئي آهي. افغان اشو ڪان وٺي سنڌ ۾ خاص طور ۽ پاڪستان ۾ عام طور تي هٿيارن جي واهپي ۾ واڌ آئي آهي. عام پستول کان وٺي ڪلاشنڪوف ۽ راڪيٽ لانچرن تائين بازارن ۾ هٿيار دستياب آهن ويندي، بارود ۽ بمن سميت. اهڙي صورتحال ۾ عوام ۾ ڪهڙو شعور جنم وٺندو. زيادتيون، ناانصافيون حد درجي کان وڌي وڃڻ کان پوءِ مجبور ماڻهو ڇا ڪري. يا بک ۽ بي رحمي جي ڏيٺ ۾ ڦاسي ڳرندي پڄرندي، ايجنسين ۽ دلال وڏيرن جا ظلم برداشت ڪري ختم ٿئي يا سندن نظر ۾ بهادري جي موت. عدالت مان سندن به اڪيائي، بدعنواني، سياسي اثر هيٺ هئڻ سبب تڪڙي انصاف جي توقع ختم ٿي چڪي آهي. ويتر بي گناهه ماڻهن لاءِ سزائون ئي سزائون آهن. ان ڪري هو بهتر سمجهن ٿا ته انڌن ۽ ڪارن قانونن جي نظر تي زندگي ختم ڪرڻ کان بهتر آهي ته پنهنجا فيصلا پاڻ ڪجن، پوءِ بندوق، رائيفل کڻي همراهه ٻيلي ۾ پهچي ٿو. سندس طبيعت، مزاج ۽ مفادن جا ماڻهو تمام گهڻا ملي ٿا وڃن. ٻئي طرف شهرن ۾ دهشتگردي ڪندڙ هٿياربند گروهن کي سرڪار خود همٿائيندي، انهن جي هر ناجائز عمل ۽ بليڪ ميلنگ کي قبول ڪندي، انهن کي سماج ۾ عزت ۽ احترام ڏئي ٿي. بي گناهه ماڻهن جا قتل، عصمت دريون، سفاڪي ۽ وحشتناڪي جي انعام طور انهن کي وزارتون، مشاورتون، نوڪريون ۽ حڪومت ۾ حصو ڏنو وڃي ٿو. MQM ۽ PPI جو مثال اسان جي سامهون آهي ته يقيني اهو اثر ٻهراڙي ۾ رهندڙ سماجي ناانصافين جو شڪار ٿيندڙ ماڻهن تي به پوي ٿو، هو به اهو فيصلو ڪن ٿا ته حڪومت وٽ انصاف جو معيار اهوآهي، ته هو دهشتگردي ڪندڙ غنڊن کي تحفظ مهيا ڪري ٿي. مطالبا قبول ڪري ٿي، پوءِ ڇو نه اسين به اهو رستو اختيار ڪريون، پر هي اهو وساري ٿا ويهن ته خود پنهنجي قوم جي مستقبل، سماجي ارتقا ۽ سگهه کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجي پير تي ڪهاڙو هڻن ٿا، جيڪو خود انهن

سرڪاري سنڌ دشمن ايجنسين جو مقصد پڻ آهي.

هاڻي معاشي پهلو تي بحث ڪندي اسان ڪي محسوس ٿيندو تہ سڄي دنيا جي ترقي ۽ تيز رفتاري سان گڏوگڏ سنڌ جي سماجي ۽ معاشي صورتحال بہ تبديل ٿي رهي اهي. سنڌ تي مسلسل آبادي جو دٻاءُ غير فطري طريقي سان وڌي رهيو آهي، جنهن ۾ غير سنڌي ۽ غير ملڪين جي يلغار آهي. عام سنڌي هزار سالن ڪان هن ڌرتي تي رهندڙ ۽ سينو چيري اناج پيدا ڪندڙ اصلي ماڻهو، ٻاهران آيلن ڪان زندگي جي هر شعبي ۾ بدتر زندگي گذاري ٿو. نفسياتي بيمارين جو شڪار رهي ٿو.

مثلاً سنڌ اندر ڪابہ زمين سرڪاري طور تي هارين ۾ نيلام ڪرڻ جو اعلان ٿيندو آهي تہ اها زمين پاڪستان جي رٽائرڊ فوجين، ڪارناما ڪندڙ رانديگرن، فني ماهرن يا انهن جي مٺ مائٽن چوڌرين کي ڏني ويندي آهي. سنڌي هاري ساڳيو اُپ ۾ اڪيون. ان ڪان پوءِ زرعي ملڪ ۽ زراعت تي دارومدار هئڻ جي ناتي سنڌو درياءَ جو پاڻي گذريل ڏهن سالن ڪان مختلف حيلن ۽ بهانن سان روڪيو ويو آهي. بغير ڪنهن سنڌين جي منظوري ۽ رضامندي جي، درياه تي لنڪ ڪئنال ٺاهي، پنجاب جي زمينن کي آباد ڪيو ويو آهي. فصلن جي تباهي، اگهہ سٺا نہ هئڻ، ۽ زمين کي سِم ۽ ڪلر جي وڪوڙجڻ سبب عوام جي معاشي حالت بدتر بنجي چڪي آهي.

هاري کي ڪوبہ معاشي تحفظ ۽ متبادل بندوبست ناهي. جيئن جيئن زراعت ۾ مشينن جو استعمال وڌي رهيو آهي ٽريڪٽر، ٿريشر ۽ ڪلٽيويٽر وغيره اچڻ پيا، تيئن افرادي محنت جي گهرج گهٽ ٿيندي وئي. هاري بي دخل ٿي رهيو آهي ۽ ان سان گڏوگڏ زميندار خود بہ فصلن کي مزدوري يا ٺيڪيداري جي بنياد تي آباد ڪرائي ٿو. مثلاً باغ، ڪمند جو فصل مزدوري تي ڪرايو ٿو وڃي، جنهن ڪري مستقل هاري، جز وقتي زرعي مزدور ۾ تبديل ٿيو آهي. ان ۾ بہ گهڻائي غير سنڌي هارين جي آهي ۽ سنڌي هاري بي دخل آهي، وري جيڪڏهن

ڪارخانن ۽ صنعتن لڳائڻ جو سلسلو شروع ٿيو آهي ته اتي به مقامي ضرورتمند هاري کي نوڪري ۽ روزگار مهيا ڪرڻ جي بجاءِ لاهور يا پشاور جي ماڻهو کي اوليت جي بنياد تي نوڪري ۾ رکيو وڃي ٿو ۽ سنڌي ماڻهو هٿ مليندو رهجي ٿو وڃي. شهرن ۾ واپار جي منڊي، مارڪيٽ، اسٽاڪ ايڪسچينج، بئنڪ سڀ ڪجهه ڌارين جي قبضي ۾ آهي ته پوءِ هي ظلم و جبر جو شڪار ٿيل ڳوٺاڻو ڪيڏانهن وڃي، ڇا ڪري، پيٽ جي دوزخ کي ڪيئن ڀري. ان ڪري معاشي بدحالي به ڏاڙيل فيڪٽر ۾ اضافو ڪيو آهي، جڏهن ته ملڪ ۾ پٽيوالي کان وٺي ملڪ جي صدر ۽ وزير اعظم تائين پئسا گڏ ڪرڻ لاءِ غير قانوني طريقا استعمال ٿين ٿا ته اهڙي ملڪ ۾ نيڪ نمازي پيدا نه ٿيندا. هيءَ به ڳالهه وضاحت طور مان لکڻ ٿو گهران ته شهرن ۾ 99 سيڪڙو ڌوهن ۽ ڌاڙن ۾ غير سنڌي ۽ غير ملڪي بنگالي ۽ برمي وغيره ملوث آهن. جيلن ۽ عدالتن جا رڪارڊ انهن جا گواهه آهن.

## نظرياتي ۽ سياسي پس منظر

نظرياتي طرح اسان سنڌ جو جائزو وٺنداسين ته پاڪستان جي جوڙجڪ ۾ سنڌ جي حيثيت ۽ اختيارن کي ڏسندي ڪوبه گمان نٿو رهي ته، ”سنڌ پنجاب سرڪار جي بينڪيت (Colony) آهي ۽ سنڌي ماڻهو غلام آهن.“ جڏهن به قومن تي غلامي جو طويل دؤر گذرندو آهي، شروع ڪيل جدوجهدون عوام جي حق ۾ نتيجا نه ڏينديون آهن، ۽ جدوجهد ٿڪائيندڙ رخ اختيار ڪندي آهي ته عوام تي عجيب نفسياتي ۽ هيجاني ڪيفيت طاري ٿي ويندي ته ردِعمل مختلف طريقن سان ظاهر ٿيندو آهي. بقول فرانز فينن، ته ”غلامانه دؤر ۾ غلام قوم ٽن حصن ۾ ورهائجي ويندي آهي. هڪ اهو مرعايت يافته طبقو جاگيردارن، وڏيرن جو، جيڪو حڪمرانن ۽ آقائن جي دلالي ڪندي پنهنجي قوم تي ڀرپور ظلم و جبر ڪندو آهي (جنهن ۾ سنڌي ڪامورو به شريڪ آهي) ٻيو حصو قومي ۽ سياسي مسئلن کان لاپرواهه، لاتعلق،

سست، ڪاهل، ڪم چور، موالي ۽ جواري قسم جو ٿيندو آهي، (جيڪو هوٽلن تي ويهي جلال چانڊيو جي ڪيسٽ تي پڌڻ ۽ اوڏر جي چانهه پيئڻ ۾ مست آهي.) ٽيون باغي ڏڙو پيدا ٿيندو آهي جيڪو سياسي رهنمائي جي ڪمي سبب خودرو طور تي وڙهڻ شروع ڪندو آهي، پنهنجين محرومين ۽ ذلتن جي خاتمي لاءِ پنهنجا پاڻ ۾ وڙهندا آهن. برادري قبيلن جي بنياد تي يا مقامي طور تي ننڍڙو ظلم ڪندڙ ڪمدار يا مخالف ڌر جي هارين نارين سان وڙهندا آهن جيئن سندن انا جي تسڪين ٿي سگهي. ظلم ۽ تشدد جو اوپر ڪيڏي، ڪڏهن ڪڏهن اهو ردِعملَ رياستي ادارن ۽ مشينري خلاف به اٿي ڪڙو ٿيندو آهي، پر انهن سيني جو بنياد خودرو چڙواڳ، عمل ۽ ذاتي گهٽ ۽ پُوست آهي.

سنڌ جي صورتحال ڪي پاڻ ان پس منظر ۾ ڏسنداسين ته سؤ سيڪڙو ٺيڪ آهي. ان ڪان پوءِ هن بغاوت جي شڪل مڪمل طور تي هاري بغاوت جي هوندي آهي، جيئن هندستان ۾ نڪسل باڙي تحريڪ، برما ۾ ڪرين باغي، بنگلاديش ۾ شانتي باهني. پر سنڌ ۾ انهن ڏاڙيل فيڪٽر جو رخ اختيار ڪيو جيڪو پرو چانڊيو جي دور ۾ سياسي جاگيردار ۽ رياستي مشينري جي خلاف اختيار ڪيو ويو هو. ان ڪي سرڪار پنهنجي حڪمت عملي ذريعي ختم ڪري ڇڏيو، چو ته مٿي ذڪر ڪيل تحريڪن وانگر سنڌ جي ڏاڙيلن جي بغاوت ڪي، سياسي رهنمائي نه هئڻ سبب اها صرف انفرادي انتقام، ذاتي پناهه ۽ انا جي تسڪين سان گڏ پيٽ پرڻ جي جاڪوڙ تائين محدود ٿي وئي. حقيقي جاگيردار دشمن تضاد ۽ رياست دشمن تضاد پنهنجو موت پاڻ مري ويو. هي صرف عام ماڻهن ۾ نه پر قومي انقلابي پارٽين ۽ اڳواڻن ۾ به اهي رجحان پيدا ٿيندا آهن، جڏهن جدوجهد بي نتيجا، غير يقيني ۽ مسلسل ڏيکهه واري صورتحال اختيار ڪندي آهي ته انقلابي ماڻهن جي حوصلن ۾ ٿڏائي ٿيندي آهي ۽ دشمن جون سازشون پنهنجو ڪم ڏيکارڻ شروع ڪنديون آهن، نتيجي ۾ سياسي انقلابي جماعتون هڪٻئي جون مخالف ۽ هڪ ٻئي پارٽي جا ڪارڪن هڪٻئي جا ويري بنجي پوندا

آهن. جنهن جا ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

1- موجوده هلندڙ فلسطين جي تحريڪِ آزادي جو مثال سامهون آهي ته پي- ايل- او جا اتحادي مختلف مسئلن تي اختلاف ڪندي هڪبئي خلاف هٿيار کنيا اٿن، ٻيو ته چڏيو پر الفتح (هڪ پارٽي) جا ڪارڪن هڪبئي جي رت جا پياسا نظر آيا آهن. 1982ع کان وٺي 1987ع تائين فلسطين تحريڪ آزادي انتشار ۽ خلفشارن جو شڪار رهي آهي.

2- ڏکڻ آفريڪا ۾ هلندڙ جدوجهد ۾ آفريڪن نيشنل ڪانگريس ۽ انڪٿا تحريڪ جو پاڻ ۾ قبائلي ٽڪراءُ خونريزي جي شڪل اختيار ڪري چڪو آهي.

3- سريلنڪا ۾ تاملن لاءِ جدوجهد ڪندڙ Tamil Tigers خلاف ٻين تامل تنظيمن جو هندستاني ۽ سريلنڪا جي فوج سان ملي آپريشن ڪرڻ وغيره ته هي سڀ قومي غلامي جي دوران نفسياتي مسئلا پيدا ٿين ٿا. عوام جا انفرادي، خودرو ردِعمل ۽ پارٽين اندر انتشار، ڏارين حڪمرانن کي وڌيڪ مضبوط ڪندو آهي، پر جتي ڪابه انقلابي پارٽي عوامي سگهه کي پنهنجي حق ۾ منظم ڪري وٺي ٿي ۽ باغي انفراديت پسند گروهن کي طاقت ۽ عوامي حمايت جي مورچن تي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃي ٿي ته اها قوم انقلاب جي مؤجد بنجي ٿي. چين ۾ گهرو ويڙهه ۽ چيانگ ڪائي شيڪ جي مزاحمت کان پوءِ به مائوزي تنگ آفيمي عوام کي منظم ڪري انقلاب برپا ڪيو ۽ چيانگ ڪائي شيڪ کي تائيوان ۾ پناهه وٺي زندگي بچائڻي پئي.

يا اينگولا ۾ يونيتا ۽ F.N.L.A جي سخت مخالفت ۽ مزاحمت کان پوءِ MPLA آگيستينو نيتو جي قيادت ۾ انگولائي عوام انقلاب دشمن کي شڪست ڏيئي انقلاب برپا ڪيو. جو ناس ساومبي مسلسل مزاحمت کان پوءِ هاڻ حڪومت، سان ڳالهه ٻولهه ڪري معاملا حل

ڪرڻ لاءِ تيار آهي. اها هوندي آهي غلامانه سماج ۾ قومن جي اڳواڻن ۽ عوام جي نفسيات.

هاڻ پاڻ سنڌ جي صورتحال جو جائزو وٺون ته هي ڏاڙيلن جي سرگرمي ايڏي عوام دشمن ۽ سنڌ دشمن صورت اختيار ڇو ڪئي آهي؟ جيئن ته سماجي ۽ معاشي بدحالي سبب ۽ رياستي جبر تشدد سبب ماڻهن ۾ خوف حراس ۽ سياسي گهٽ ٻوسٽ رهي. ايم- آر- ڊي 1983ع جي تحريڪ انهي بي چيني، خاموشي ۽ گهٽ ٻوسٽ کي ختم ڪرڻ جو سبب بڻجي، عوامي مزاحمتي سگهه جوٗ رستو اختيار ڪيو. سياسي قيادت ۽ پارٽين جي صرف اعلان ڪرڻ سان سڄي سنڌ متحرڪ ۽ سرگرم ٿي وئي. عوام پنهنجي جانين جا ٻليدان پيش ڪيا. ان بهادرانه جدوجهد عوام اندر رياست، فوج ۽ ادارن جي بي پناهه طاقت ۽ جارحيت جو خوف ختم ڪري ڇڏيو. پٿرن، ڏنڊن، هڪ نالي بندوقن سان غير منظم ۽ ڇڙواڳ طريقي سان بغير ڪنهن سياسي ڪمانڊ جي، ملڪ جي انتهائي طاقتور، منظم، جديد هٿيارن سان ليس فوج ۽ ايجنسين جي مقابلي ڪان پوءِ عوام بهادر بڻجي پيو. جيلن ۾ بي ڌڙڪ وڃي ڪوڙا کائي به جيئي پٽو جو نعرو هڻڻ لڳو. پر پيپلز پارٽي جي بي حس، موقع پرست ۽ سوديباز قيادت، عوام جي شاندار ۽ بي مثال قربانين کي ڪيش ڪري، صرف اقتدار جي مسند ماڻي، پر عوام کي سياسي، معاشي، اخلاقي ۽ قانوني تحفظ مهيا نه ڪري سگهي. نتيجي ۾ انهن باغي ۽ سماج ۾ ستم زده ماڻهن ۾ سياسي قيادت مان اميد مڪمل طرح ختم ٿي وئي ۽ ردعمل طور وڏيڪ سفاڪي ۽ وحشتناڪي جو مظاهرو ٿيڻ لڳو. پوليس ٿاڻن تي حملا، بسن جون بسون، قافلن جا قافلا اغوا ڪرڻ، بغير ڪنهن رعايت جي ننڍي وڏي زميندار جا باغ وڍڻ ۽ فصل ساڙڻ، اهو سڄو اندر جي باهه ڪڍڻ خاطر ڪيو ويو.

ٻئي طرح پي پي جي موقع پرست سياست ۽ موقف ڪان پوءِ هتان جون قومي تحريڪون به مڪمل طرح غير سنجيده ڏسڻ ۾ آيون آهن.

قومي سوال کي عوام جي معاشي ۽ سماجي مسئلن کان علحده ڪري بيهاري ڇڏيو. عوام کي ڪوبہ سياسي تحفظ مهيا نہ ڪري ڏيڻ سبب ڳوناٽن ماڻهن جو وسيع تر اعتماد قومي تحريڪون حاصل نہ ڪري سگهيون. ان ڪري هي سڄي عوامي سگهہ ۽ قوت حڪمرانن جي سازشن جو شڪار ٿي، مڪمل طرح عوام دشمن رخ ۾ ڪتب اچڻ لڳي ۽ وڏيڪ ويڇن ۽ نفرتن کي جنم ڏيڻ جو سبب بڻي. موقعي جو فائدو وٺندي سرڪار طرفان پنهنجا مخصوص ماڻهو انهن باغي ٽولن ۾ شريڪ ڪيا ويا. يا علحده طور تي ٻيلن ۾ موڪلي. سندن مقصد ۽ منشا جون ڪارروايون ڪرڻ لاءِ راهہ هموار ڪئي وئي. سنڌ ۾ ڌاڙيل جو مسئلو ايترو سادو ۽ معمولي ناهي، اهو اسان تي ۽ سنڌي قوم جي قومي جدوجهد تي گهڻ طرفو وار آهي ان کي بہ چڱي طرح سمجهڻو ۽ جائزو وٺڻو پوندو. هن وقت ڌاڙيلن جو ڪوبہ سياسي، قومي ۽ طبقاتي مقصد ناهي. سواءِ پنهنجي سر بچائڻ ۽ هر ان ماڻهو سان وڙهڻ جيڪو هنن لاءِ نقصانڪار هوندو. ٻيو پيٽ ڀرڻ ۽ بارود جو پورائو ڪرڻ لاءِ پئسو ڪمائڻ، پوءِ ڀلي ڪو ماستر يا مسڪين سياسي ڪارڪن ڇو نہ اغوا ڪيو وڃي. هن وقت انهن جا سڀ جذبا ايترا تہ سرد ٿي چڪا آهن. جو مير ٽيپو هڪ مهيني کان وڌيڪ گذري وڃڻ کان پوءِ بہ آزاد نہ ٿي سگهيو آهي. ان مان انهن جي بي حسي ۽ سفاڪي جو اندازو ٿي رهيو آهي. ٻئي طرف راجيش معصوم کي قتل ڪري انسانيت لاءِ ٽڪو ۽ شرمناڪ عمل جو مظاهرو ڪيو ويو آهي.

## نفسياتي پس منظر

نفسياتي پس منظر هي آهي تہ ڌاڙيلن جي مختلف گروهن ۾ باقاعده چٽاڀيٽي رهندي آهي. جنهن بہ ڌاڙيل ٽولي جي اڳواڻ يا ٽولي جو ذڪر اخبارن ۾ سرخي سان ڇپجندو آهي تہ خبرون پڙهي ٿڪ ڏيندا آهن. هڪٻئي کي مبارڪون ڏيندي مڃتا ڪندا آهن. بهادري جا قصا ۽ ڪارروائين جا داستان هڪٻئي کي ٻڌائيندا آهن. ساڳي طرح هڪ

علائقي جي ٽولن جي تيز ڪارروايون ڏسي ٻيو ٽولو ڪوشش ڪري وڏيڪ سنگين ڪارروائي ڪندو آهي. جيئن اخبارن ۾ نالا سندن ڇپجن، جنهن ڌاڙيل تي جيترو گهڻو انعام رکيو ويندو آهي ان جو مقام ۽ عزت به اوتري ٿهندي آهي. جيترا پوليس مقابلا ۽ وڏيون ڪارروايون ڪندو اوترو سڀ ان کي پنهنجو وڏو يا سردار طور قبول ڪندا آهن. ان ۾ شعوري يا لاشعوري سنڌي پريس، خاص طور شام جون اخبارون ملوث آهن، جيڪي ڌاڙيلن جي ڪاروائين متعلق من گهڙت خبرون ڇاپين ٿيون ۽ بي بنياد قسم جون ڪهاڻيون منسوب ڪن ٿيون، جهڙوڪ فلاڻو ڌاڙيل علائقي ۾ پهتو ته سيني ڌاڙيلن سندس استقبال ڪيو ۽ ڪيس پڳون ٻڌايون ويون وغيره وغيره. اهڙي طرح هو وڏيڪ (Encourage) حوصلامند ٿين ٿا ۽ پراڻين دشمنين، ذاتي پلاند يا ياري دوستي ۾ وڏيرن جي سڏ تي، ڇيڙ ۾ ايتري سنگيني ۽ بربريت جو مظاهرو ڪن ٿا جو لڱ ڪانڊارجي ٿا وڃن. نه ڏسن ٻار ٻچو نه، ڏسن عورت، پوڙهو، خاندان جو خاندان ڇڙ ٻچو ناس ڪري هانوَ جي باهه ٺاريندا آهن. اهڙي صورتحال ۾ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي ۽ سرڪار ڪهڙو رويو اختيار ڪيو آهي. ڪهڙيون ڪوششون ورتيون آهن. ان ڳالهه جو به جائزو وٺڻ تمام ضروري آهي.

## سرڪار جون ڪوششون

جڏهن ڪان سنڌ ۾ ڌاڙيل مسئلو پيدا ٿيو آهي يا پيدا ڪيو ويو آهي، تڏهن ڪان وٺي سرڪار ڪڏهن به ۽ ڪابه سنجيده ڪوشش نه ڪئي آهي ته هن ايڊائينڊڙ مسئلي جو ڪو مستقل حل ڪيجي. نتيجي ۾ سنڌ ۾ ڌاڙيلن جي تعداد ۾ اضافو، سنڌي ماڻهن جي پوڪنائن ۾ واڌارو، بدامني ۾ واڌ، معاشي ترقي جي روڪٿام ۽ غير يقيني ڪيفيت ۽ خوف و حراس ۾ اضافو ٿيو آهي. سرڪار ۽ سندس ذريعا هميشه مسئلي جي حل لاءِ انتظامي حل تجويز ڪندي ڪوششون ڪيون آهن. نتيجي ۾ ردعمل به اوترو شديد ٿيو آهي. ۽ مسلسل ڏهن سالن ڪان

انتظامي حل جي بنياد تي ڌاڙيلن خلاف آپريشن ۽ ڪارروايون سڀ جا سڀ ناڪام ثابت ٿيا آهن. 10 سال ننڍڙو عرصو ناهي. ڏهن سالن جي مسلسل ڪوشش ۽ ڪارروائين ڪان پوءِ به ڌاڙيلن جو تعداد سون مان وڌي هزارن ۾ پهتو آهي. مسڪين سنڌي ماڻهو وڏيڪ ظلم ۽ زيادتي جو شڪار ٿيا آهن ته سرڪاري ادارن ۽ حڪومت جي لاءِ تمام ضروري آهي ته هو مڪمل طرح پنهنجي سوچ ۽ حڪمت عملي تبديل ڪري نوان اُپاءَ اختيار ڪري. ان سڄي بيچيني ۽ بدامني جا سياسي معاشي سبب ڳولهي انهن جو مستقل ۽ ديرپا حل ڳولهيو وڃي.

اسين جيڪڏهن سرڪار جي انتظامي اُپائن جو تفصيل ۾ ذڪر ڪيون، مثلاً ڌاڙيلن جي گرفتاري (زنده يا مرده) تي ڪروڙن روپين جو اعلان ڪرڻ. امن و امان جي نالي ۾ سنڌ جي پوليس ۽ ٻين ايجنسين لاءِ جديد هٿيارن جي خريداري، موٽر گاڏين ۾ اضافي، وائرليس سيٽ، پوليس چوڪيون ۽ ٿاڻا قائم ڪرڻ ۽ مختلف ملٽري ۽ پيرا ملٽري فورسز کي سنڌ ۾ مستقل طور ويهارڻ تي اربين (Billions) روپين ۾ خرچ ڪيو ويو آهي. ايتري.تائين جو سنڌ ۾ فوج، رينجرس، فرنٽيئر ڪانسٽيبلري ۽ انڊس رائفلز وغيره جهڙن فورسن تي روزانو 50 لک روپيه خرچ ڪيو وڃي ٿو، جنهن ۾ انهن کي اضافي الائونس، آفيسرن جا ٽي- اي، ڊي- اي وغيره ٿاهيا وڃن ٿا، جيڪي پگهارن ڪانسواءِ سندن عياشي ۾ ڪتب ايندا آهن. هيڏن سارن فورسن ۽ ايجنسين جي موجودگي ۽ پوليس چوڪين، جديد هٿيارن ۽ ڪميونيڪيشن جي سيني آلن هوندي به ڪارروائيون جاري آهن. ڏينهن ڏٺي روڊن- رستن تي ڦرون، ڌاڙا، اغوا، قتل ائين جو ائين ٿيندا رهن ٿا ته پوءِ روزانه 50 لک جي حساب سان سال ۾ ڏيڍ ارب روپيه انهن نام نهاد امن امان قائم ڪندڙن جا پيٽ چو ٿا ڀريا وڃن. ان کان بهتر هي ناهي ته جيڪي اصلي ڪارڻ ۽ معاشي ناهمواري ۽ بي روزگاري آهي، ان جي خاتمي لاءِ وسيلا ٺاهيا وڃن، ناانصافي ختم ڪئي وڃي.

1981ع کان وٺي 1991ع تائين تاريخ، واقعا ۽ حقيقتون شاهد آهن تہ، جيڪي بہ نامور ڏاڙيل ماريا ويا آهن، انهن ۾ان پوليس يا ايجنسين دوبدو مقابلي ۾ ڪنهن کي بہ نہ ماريو آهي پر ڳوٺاڻن ۽ قبيلن جي دشمني، ڏاڙيلن يا جي پنهنجين مخالفتن يا ٻين سماجي سببن ڪري دوکي سان ڪنهن کي نشو پياري، ڪنهنڪي عورتن جي ڪوڙڪي ۾ قاسائي ختم ڪيو ويو آهي. ان کان وڌيڪ اها ڳالهہ ڏکوئيندڙ آهي تہ زنده ماڻهن کي گرفتار ڪرڻ کان پوءِ عدالتن ڏانهن موڪلڻ بجاءِ انهن کي ماريو ويندو آهي. نتيجي ۾ ڏاڙيل جيڪا ويڙهاند ڪن ٿا اها سر سان ڪفن ٻڌي ڪن ٿا؛ ڇو تہ انهن کي اهو يقين هوندو آهي تہ هٿيار ڦٽا ڪرڻ کان پوءِ اذيتون ڏيئي ماريا ويندا سين. ان کان بهتر آهي تہ مقابلو ڪجي، مقابلو ڪري بچي وياسين يا گهيرن مان نڪتاسين تہ ٺيڪ آهي، نہ تہ وري بہ مڙس ٿي مرنداسين. بهادرن وانگر مرنداسين. اها سوچ ڏاڙيلن کي وڌيڪ فاتح ۽ ڪامياب بنائي ٿي. نتيجي ۾ اسلام جا سپاهي، فوج ۽ پوليس وغيره، ٻوڙن ۾ منهن هٽي هوائي فائر ڪري بارود زيان ڪندي آهي ڏاڙيلن جي پٺي وڃڻ ۽ گهيرن مان نڪرڻ کان پوءِ پوليس جا لاش پڪڙيل هوندا آهن. اهو ڏسي اهي فورس ۽ اداره نفسياتي دٻاءَ ۽ ڏپ ۽ خوف جو شڪار ٿي ويندا آهن. پنهنجن مرندڙ سپاهين جي انتقام وٺڻ لاءِ موٽ ۾ عام ڳوٺن تي يلغار ڪندا آهن. عام ماڻهن کي ماري اخبارن جا صفحا لاشن جي فوٽن سان ۽ بهادري جي ڪارنامن سان جرڪائيندا آهن. عام ڳوٺن تي گهيرن دوران عزت ۽ غيرت جي مسئلي سبب ڏاڙيل وڌيڪ پيدا ٿيا آهن. شروعات ۾ 83ع کان 86ع تائين ڏاڙيلن فوجن جا ڏند اهڙا تہ کٽا ڪيا جو اها ڏاڙيلن جو پيڇو ڪرڻ جي جرئت نہ ڪري سگهي، صرف ٻاهرين ٻنن تي ڦرندي عام ماڻهن جي ذلتن ۽ پريشانين ۾ اضافي جو سبب بني آهي. مونکي تمام گهڻا واقعا ياد آهن ۽ تفصيل سان خبر آهي تہ هڪ يا ٻن ماڻهن فوج ۽ پوليس جي ڊويزن ۽ اٽالن سان مقابلو ڪندي سوين سپاهي ۽

فوجي ماريا هوندا. ڪوٽ ڏيجي ۾ ميوو ۽ عيسيٰ ڪوسو جو مقابلو، دادو ۾ يعقوب چانڊيو جو مقابلو ۽ ڪرڪلي لغارين جي ڳوٺ تي گهيري دوران هڪ ماڻهو مزاحمت ڪندي مقابلي ۾ مارجي پيو. ان جي چڙيل بندوق سندس زال ڪنئي مقابلو جاري رهيو. زال جي مري وڃڻ کان پوءِ سندس معصوم پٽ 10 کان 12 سالن جو ڇوڪرو ماءُ ۽ پيءُ جا لاش ڏسي بندوق کڻي مسلسل ٽن، چار ڪلاڪن تائين مقابلو ڪندو رهيو. آخر ۾ بارود جي ختم ٿيڻ کان پوءِ ان کي گرفتار ڪيو ويو. پار ڏسي پوليس ۽ فوج جا آفيسر حيرت زده ٿي ويا. باز خان آفريدي (ايس پي دادو) ان کي پٽ بنائي پالڻ گهريو، پر ان ڇوڪري انڪار ڪيو آخر ۾ ملٽري ڪورٽ طرفان ان کي سزا ڏني وئي.

اهڙي صورتحال کان پوءِ پاڪستان جو جديد ترين تربيت يافتہ ڪمانڊو فورس، حر فورس، ڇاتہ بردار فورس، گن شپ هيلي ڪاپٽر، بڪتربند گاڏين، باهہ جي گولن (Fire Bombs) سان آپريشن شروع ٿيو، پر سڀ بيڪار ثابت ٿيو. ڇو تہ اصلي جڳهہ تي ڌوهاري سان مقابلو ڪرڻ بجاءِ نشانو عام ڳوناٺا يا ڪچي ۾ رهندڙ مسڪين ماڻهو ٿيا، ڇون تہ توهين ڌاڙيلن کي پناهہ ڏيو ٿا، ماني ڪارايو ٿا. ان ڪري عام ماڻهن کي نپوڙيو ويو. اخبارون شاهد آهن تہ 80 سالن جا پوڙها، اکين کان نابين ماڻهن، عورتن ۽ ٻارن کي بہ گرفتار ڪري، قتل ڪري، ڌاڙيل يا سندس ساٿاري طور پيش ڪيو ويو. اهي آهن اسان جي باغيرت فوج جا ڪارناما.

حڪومت جڏهن بہ آپريشن ڪلين اپ جي نالي ۾ ڪارروائين جو سلسلو شروع ڪيو تہ اصلي ڌوهارين کي پڪڙڻ بجاءِ سياسي بنيادن تي حڪومت مخالف ماڻهن ۽ سياسي ڪارڪنن کي گرفتار ڪري ماري مڃائڻ جو رستو اختيار ڪيو ويو. ان ڪري عدم تحفظ جو احساس، بيچيني، غير يقيني جي صورتحال ۽ بدامني ۾ اضافو ٿيو آهي. ڌاڙيلن طرفان فوج ۽ ايجنسين جو مقابلو ڪرڻ لاءِ پنهنجو پاڻ کي جديد

هٿيارن سان ليس ڪرڻ، بارود جو ذخيرو ڪرڻ، مضبوط پناهه گاهون تلاش ڪرڻ لاءِ پئسو گڏ ڪرڻ سندن بنيادي مقصد ٿي پيو. جنهن ڪري اغوائن ڦرن ۽ قتل و غارتگري ۾ اضافو اچي ويو. فوج ۽ رينجرز جي چڙهائي ۾ زيادتين جو شڪار به سنڌي ٿيا ته ڌاڙيلن جي دهشت ۽ غنڊه گردي، ظلم ۽ بربريت جو شڪار به ٿيا. سنڌي ماڻهو ته به طرفي باهه ۾ سڙي ۽ پچي رهيو آهي. ڌاڙيلن جي پناهه طاقت، هٿيار ۽ تحفظ ڏسي مقامي ماڻهن عزتن ۽ مال جي پناهه لاءِ جي حضوري ڪرڻ شروع ڪئي.

پوليس ٿاڻن جي صوبيدارن ڌاڙيلن سان ياريون رکي انهن کان پناهه ۽ سندن حدن ۾ ڏوهه نه ڪرڻ لاءِ منٿ ميڙ ڪندي نظر آيا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ته پوليس ۽ ڌاڙيلن جي ياري ان حد تائين پهتي آهي جو ڌاڙيل، ڪارروائين کان پوءِ پنهنجو پئسو انهن وٽ امانت طور جمع ڪندا آهن. پنهنجي ٻارن جي رهائش ۽ پڙهائي وغيره لاءِ مدد طلبيندا آهن، ٻيلن ۽ جهنگلن جي ڏکي صورتحال ۾ اهڙن پوليس آفيسرن جا گهر سندن پناهه گاهون هونديون آهن. اهڙا پوليس آفيسر موقعي جي تاڙ ڪندي هڪ طرف ڌاڙيلن سان ياريون رکندا آهن ته ٻئي طرف لالچ ۾ رکيل انعام جي رقم هٿ ڪرڻ ۽ ترقي Shoulder Promotion لاءِ ڪڏهن ڪڏهن آيل پنهنجن کي قتل ڪري، مقابلو ڏيکاري، سرڪار کان انعام و اِڪرام وٺندا آهن.

جيڪڏهن پوليس رڪارڊ جو صحيح جائزو وٺنداسين ته اسان کي معلوم ٿيندو ته سپاهي ڀرتي ٿيل ماڻهو صرف چند سالن ۾ انسپيڪٽر ۽ ڊي- ايس- پي ٿي ويو آهي. يا معمولي اي- ايس- آءِ ترقيون وٺندا اڄڪلهه ايس- پي ۽ ايس- ايس- پي جي عهدن کي پهتل آهن، پر حقيقت ۾ ڏٺو وڃي ته اهڙا سڀ آفيسر سماج اندر ناسور ۽ ڪاريون رِڏون آهن، جيڪي مخصوص مفادن لاءِ ڪني ڪان ڪنو ڪم ڪرڻ لاءِ تيار رهندا آهن. ساڳي طرح ڪجهه وڏيرا به اهڙا آهن،

جيڪي ڏاڙيلن کي مانيون ڪارائين ٿا، انهن جا پئسا امانتي رکن ٿا. گهڻا پئسا گڏ ٿيڻ يا خوف سبب دعوتون ڪري مارائي ڇڏيندا آهن ۽ سرڪار وٽ سرخرو ٿيندا آهن. اهو آهي اسان جي سرڪار ۽ ان جي مشينري جو انتظامي حل.

جيئن جيئن پوليس ۽ فوج جديد هٿيارن سان ڏاڙيلن خلاف آپريشن جو اعلان ڪندي آهي. تيئن تيئن ڏاڙيل خود به جديد هٿيارن سان ليس ٿي انسانيت جو قتل ڪرڻ نڪرندا آهن. غريب غربن جا ڳوٺ ڊاهي ماڻهو ماري ناس ڪري ڪجهه ماڻهن کي پنگ لاءِ اغوا ڪندا آهن. هنن سرڪاري ادارن جي آپريشن ۽ ڪاروائين ويتر ڏاڙيلن کي مڃرائي سنڌين جو جيئڻ جنجال بنائي ڇڏيو آهي. ڏاڙيلن به ڪجهه سولو رستو اختيار ڪيو آهي، مثلاً ڪنهن به غير سنڌي پنجابي، پٺاڻ، مهاجر کي اغوا ڪرڻ ڪان پوءِ انهن خلاف سخت ڪاروائين جو خدشو رهي ٿو ۽ جڏهن ته سنڌي ماڻهو بي سهارا ۽ لاوارث وانگر اغوا ٿي وڃي ٿو ته ڪنهن به ڪاموري ۽ سرڪاري مشينري کي لوڏو به نٿو اچي. پنگ ڏيئي پنهنجي جان جي پناهه ۽ امان وٺي واپس موٽي ٿو. اهو آهي وايومنڊل- جڏهن سرڪار طرفان باقاعده آپريشن ڪرڻ، ٻيلن کي ڪٽي فوجي چوڪيون قائم ڪرڻ، درياهي ٻيڙي سوار ۽ گهوڙي سوار فورس وغيره تشڪيل ڏيڻ ڪان پوءِ به هو مقابلو نه ڪري سگهي آهي تڏهن سرڪار پنهنجي حڪمت عملي تبديل ڪندي فوج کي سنڌ مان ڪڍي ٻين خونوخوار فورسز، رينجرز ۽ مختلف قسمن جا جهنگلي فورس سنڌ ۾ گڏ ڪيا آهن. جيئن درندگي ۽ خوف و حراس پيدا ڪري عوام کي هيسائي ڇڏجي. جيئن ڪا به سياسي تحريڪ ۽ جدوجهد اڀري نه سگهي.

ڪاروائين ۽ رياستي دهشت قائم رکڻ لاءِ انهن پنهنجا ايجنٽ پيدا ڪري ڏاڙيلن ڏانهن اندر ٻيلن ۾ موڪليا آهن، جيئن پنهنجي مرضي ۽ منشا مطابق ڪاروايون ڪري سنڌ ۾ معاشي لٽ ڦر ۽ استحصال به

قائم رکڻ دهشت به جاري رهي ۽ عوام کي به هيسائي ختم ڪري ڇڏجي. انهيءَ ۾ طرفي منصوبي تي مڪمل طور ڪم ٿي رهيو آهي. هڪ طرف ڌاڙيل ۽ انهن جي جارحيت ٻئي طرف سرڪاري ادارن جي دهشت ۽ بربريت عوام جا هانوَ ڇني وڌا آهن.

## سياسي پس منظر

اسان لاءِ اها ڳالهه تمام غور طلب آهي ته، ”سرڪار ايتري چوٽ ڇو ڏني آهي؟ سنجيدگي سان ڪو مستقل حل ڇو نٿو ڪيو وڃي؟“ منهنجي نظر ۾ هن جا سبب هي آهن ته سنڌ جي (Strategical) فوجي اهميت ۽ سنڌي ماڻهن جي مزاحمت جو باقاعده جائزو ورتو پيو وڃي. ته اڄ نه ته سڀاڻي هن قسم جي صورتحال پيدا ٿي سگهي ته قومي غلامي جي خاتمي، آزادي ۽ انصاف لاءِ ڪابه سياسي پارٽي عملي طرح مزاحمت شروع ڪري ۽ اها تحريڪ عِوامي رُخ اختيار ڪري ۽ صدين کان استحصال زنده ۽ دهشت زده سنڌي هاري ناري انهي سياسي جدوجهد ۾ شريڪ ٿي وڃن ته پوءِ ڪهڙي طريقي سان هي رياست ان عوامي تحريڪ ۽ سگهه کي ڪچلي ختم ڪري سگهي ٿي. ان ڪري ڌاڙيلن جي آڙ ۾ هي سنڌ جي جاگرافيائي ۽ فوجي اهميت کان اسٽڊي ڪري رهيا آهن، ۽ ڪنهن به سياسي هلچل کي ڪچلڻ لاءِ اڳواٽ ۽ بندوبست ڪري رهيا آهن. مثلاً پني عاقل جي فوجي ڇانوڻي کان پوءِ بدين، سڪرنڊ ۽ ٺٽي ۾ فوجي ڇانوڻي ٺاهڻ ڪوٽڙي وٽ فوجي هوائي اڏو تعمير ڪرڻ، ٻيلن ۾ ڪاٽ ڪٽي، جهنگ کي ڇڊو ڪرڻ، رستا گهڙڻ، گهٽ، رسد ۽ کاڌ خوراڪ جي شين جي ناڪه بندي ڪرڻ لاءِ حڪمت عملي جوڙي رهيا آهن. ان ڪري مستقبل ۾ انديشو آهي ته ڪنهن ڀرپور قسم جو هن مظلوم قوم تي آپريشن شروع ڪيو ويندو، جنهن جي افتتاحي طور ريهرسل هاڻ کان ئي جاري آهي ۽ ڪنهن به گهر ۽ ڳوٺ تي ڇاپو هڻي نوجوان گرفتار ڪري اکيون ٻڌي هٿ پيرن ۾ ڪڙيون هڻي مهينن جا مهينا ٽارچر سيل ۾ اذيتون ڏنيون وڃن

ٽيون. هر ماڻهو تي انڊيا جو ايجنٽ، تربيت يافته هئڻ ۽ ’را‘ جو ايجنٽ هئڻ جو الزام هڻي نسل ڪشي جي شروعات ٿي آهي ته جيئن وقت کان اڳ ڪچيءَ ۾ ئي نوجوانن ۽ قوم کي ميڙائي مزاحمت لاءِ ميدان تي اٽي پرپور آپريشن شروع ڪيو وڃي. اسان کي انهي سازشي پهلو کي سمجهڻو پوندو. اسين بلڪل پاڻ کي غلام ۽ ڌارين قوم جي قبضي هيٺ سمجهون ٿا، جيڪي هر طرح سان اسان کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪوششون وٺندا رهيا آهن. رٿائون جوڙيندا رهيا آهن، جيئن مون ذڪر ڪيو آهي ته ڪجهه ايجنسين جا ماڻهو ڌاڙيلن جي ٽولن ۾ شريڪ آهن، جيڪي اهڙو ماحول پيدا ڪن ٿا جيئن ڪارروايون جاري رهن پنهنجي آقائن کي خوش ڪن ۽ انتها درجي جي وحشانيت ۽ سفاڪي ڪندڙ اهڙا ٽولا آهن جيڪي سرڪار جي پناهي ۾ آهن. مونکي بينظير صاحبه جي قافلي تي حملو ڪري سندس نوڪرن کي اغوا ڪندڙ متعلق اها ڄاڻ آهي ته اها رٿابندي دادو جي آءِ- ايس- آءِ يا فوجي ميجر ڪئي هئي. ڌاڙيلن کي اهو چيو ويو ته مالدار ماڻهو اچن ٿا توهين اغوا ڪيو پئسه (پينگ) اسين وٺي ڏينداسين، پر معجزاتي طور بينظير صاحبه نه هئي ۽ بچي وئي. ساڳي طرح مير ٽيپو جي اغوا ۾ به مونکي اهڙن ماڻهن جو هٿ نظر اچي ٿو. ان جي هڪ ساٿي کي به سال اڳ اغوا ڪيو ويو، جيڪو مسلسل ڏهه ڏينهن ٻيلن ۾ گهيراءُ کان پوءِ ڇڏيو ويو هو. هٿيارن جي سلسلي ۾ ڪجهه ته شاهديون سامهون اچن پيون ته رينجرز جا سپاهي ۽ ڪجهه ايجنسي وارا ٻيلن ۾ هٿيار پهچائيندا رهن ٿا. جن کي پئسه ڏنا وڃن ٿا.

## ڌاڙيلن جا قسم

سنڌ ۾ ڌاڙيلن جا مختلف گروهه، مختلف سببن ۽ مختلف سوچن ۽ شڪلين ۾ موجود آهن، پر ٿلهي ليکي پاڻ جائزو وٺنداسين، ته اسان کي هيٺان گروهه نظر ايندا.

1- پهريون گروهه اهڙن ماڻهن تي مشتمل آهي، جيڪي سماجي انصافين،

معاشي بدحالي، زميندارن جي ظلم، پوليس جي زيادتين، عزتن ۽ ننگن جي تحفظ يا خانداني دشمني سبب انتقام ۽ پناهه جي سبب ڀڳل آهن پوءِ پنهنجي بهتر دفاع لاءِ هٿيار کڻي ٻيلن ۾ روپوش ٿيڻ نصيب ٿيو اٿن.

2- ٻيو اهڙو گروهه آهي، جيڪو مختلف وڏن نامور ڌاڙيلن لاءِ مخبري ڪري ٿو. انهن جي لاءِ ماني، پاڻي ۽ رهائش جو بندوبست ڪري ٿو. مڙس ماڻهو ٿيڻ جي شوق ۾ ڌاڙيل ٽولن سان گڏجي وڃي ٿو. يا عام زندگي ڳوٺن ۾ عام طرح گذاري ٿو ۽ رات جو ڌاڙيلن سان گڏ ڪاروائين ۾ مشغول رهي ٿو. اهڙي ٽولي ۽ گروهه پويان به معاشي بدحالي ۽ بي روزگاري مکيه سبب هوندو آهي. پوءِ جيئن هڪ دفعو گرفتار ٿيو يا ڪنهن نالو مشهور ڪيو ته پوءِ باقاعده ريگيولر ڌاڙيل بنجي وڃي ٿو. ڪجهه ماڻهو شوقيه طور نالو ڪڍائڻ، يا مڙس ماڻهو ٿيڻ ۽ ڪجهه پئسن جي گهرج سبب به شريڪ ٿين ٿا.

3- ٽيون گروهه اهڙن ماڻهن تي مشتمل آهي، جيڪي حقيقت ۾ بزدل، ناشناس، جلاد، بي رحم، سماج ۾ گهٽ عزت رکندڙ تڙيل ۽ بداخلاق قسم جا آهن. ڪچي جي رستن، ٻيلن جي واقفيت هئڻ سبب پئسو ڪمائڻ لاءِ جهنگ جو رخ ڪن ٿا. ايجنسين جي هٿ چڙهي وڃن ٿا. اهي انهن جي پُٺ ڀرائي ۽ لائن تحت ڪاروايون ڪن ٿا. جيڪڏهن انهن جي اصلي ڪردار جي خبر ٻيلي ۾ رهندڙ ٻين ڌاڙيلن کي پوي ته هو هر صورت ۾ اهڙن کي ختم ڪندا. پوليس جي دلالي ڌاڙيل زندگي ۾ وڏو طعنو ۽ گار هوندي آهي، پر حقيقت ۾ بزدل هئڻ جي ناتي هو سفاڪي جو مظاهرو ڪري پنهنجي روح کي تسڪين ڏين ٿا.

4- چوٿون گروهه اهڙن ماڻهن تي مشتمل آهي، جيڪي پاڻ جرائم ۽ خطرو نه کڻي سگهندا آهن، پر پنهنجو اثر رسوخ ۽ رعب داب قائم

رکڻ لاءِ ڌاڙيلن ۽ ڌاڙن مڙسن سان ياريون رکندا آهن. وقت سر پنهنجي مرضي مطابق سياسي ۽ معاشي مفاد لاءِ انهن کي استعمال ڪندا آهن.

ڌاڙيلن جي مختلف گروهن جو تعارف ڪرڻ کان پوءِ هن مسئلي جي حل ڏانهن اڳتي وڌجي ته، "آخر ڪيئن ديرپا امن قائم ڪجي ۽ ڌاڙيل فيڪٽر جو سنڌ مان مستقل خاتمو آڻجي."

اها ڳالهه مڪمل طرح طئه ٿي چڪي آهي ته انتظامي حل مڪمل طور تي ناڪام ٿي چڪو آهي، پر اجا به جيڪڏهن انتظامي حل ۾ ڪا ڪسر رهجي چڪي آهي ته اسين ماڻهن چون اکيون ٽڏيون اسان کي سنڌ ۾ امن امان گهرجي، سڪون گهرجي. زندگين جو بيجا زيان ۽ قتل و غارت گري جو خاتمو گهرجي. جيڪڏهن ڪوٺ به آپريشن جو طريقو اختيار ڪيو وڃي، جنهن ۾ سرڪار کي پڪ هجي ته ڌاڙيل مسئلو مستقل بنياد تي حل ٿي ويندو ۽ اها ضمانت ڏني وڃي ته بي گناهه عام ماڻهن ۾ انهن جي گهرن، ڳوٺن، فصلن ۽ جانين جو نقصان نه ڪيو ويندو ته اسين مڪمل طرح اهڙي آپريشن ۽ انتظامي حل جي مڪمل حمايت ڪرڻ لاءِ تيار آهيون.

پر هي ڳالهه ڏهن سالن جي مسلسل عمل دوران ثابت ٿي آهي ته سرڪار جا پگهاردار سپاهي ۽ امن امان قائم ڪندڙ ايجنسيون جذبي ۽ بهادري جي لحاظ کان سنڌ جي ڌاڙيلن کان تمام گهٽ پنتي آهن ان ڪري هيڏي ساري طاقت جديد هٿيارن ۽ مدد کان پوءِ به ڌاڙيلن تي حاوي نه ٿي سگهيا آهن. ڌاڙيل پنهنجي زندگي جو آخري ڏينهن سمجهي ڪفن پائي ويڙهه ڪن ٿا. پر هي مجاهدين ۽ سپاهي صرف پنهنجي بالا آفيسرن جو حڪم مجبوري کان مڃڻ لاءِ پيش قدمي ڪن ٿا. هونئن به جذباتي يا روحاني طرح انهن کي سنڌ جي ڌرتي ۽ سنڌي عوام سان ڪوبه لاڳاپو ناهي جو هو ڌرتي تي قهر ۽ ظلم ڏسي ان جي خاتمي لاءِ همت ۽ جذبي سان وڙهن. هو پاڻ کي ڌاريون حاڪم ۽ برتر

سمجهندي امن و امان لاءِ قائم ڪيل فنڊن جو ڀرپور استعمال ڪندي
صرف مسڪين ماڻهن کي هيسائڻ ۽ مٿن رعب داب قائم ڪرڻ لاءِ
حرڪت ۾ اچن ٿا. سندن اصل مقصد سنڌين کي هميشه غلام رکڻ،
معاشي طور بدحال ڪرڻ، سرڪش ماڻهن جو خاتمو ڪرڻ ۽ رٿابندي
تحت، ٻيلن جو ڪٽڻ آهي، جڏهن ته پاڪستان ۾ 5.4% ٻيلا ۽
جنگلات آهن. سنڌ تناسب 15% کان 24% في سيڪڙو آهي. جيئن فضا
۾ آلودگي جو خاتمو آڻي ماڻهن ۽ معاشري کي صحتمند بنايو وڃي.
ٻارڻ، فرنيچر ۽ تعمير لاءِ ڪتب ايندڙ ڪاٺ جو پورائو ٿي سگهي. هن
وقت اسين آلودگي ۾ گهيرجي رهيا آهيون. ڪاٺ ٻاهرين ملڪن مان
گهرايو ٿو وڃي. ان کان پوءِ به ٻيلن ۽ جهنگن ۾ اضافو آڻڻ بجاءِ ٻيلن
کي ڪٽي ناس ڪري فوجي ڇانوٽيون يا رٽائرڊ فوجين کي زمين الاٽ
ڪئي پئي وڃي، جيڪا ڳالهه اسان پنهنجي قومي حقن تي ڌاڙو تصور
ڪريون ٿا. اها ساڳي حڪمت عملي انگريز سامراج واري آهي، جنهن
حر تحريڪ کي ڪچلڻ لاءِ مکي ٻيلي کي ختم ڪري پنهنجي وفادار
پنجاب جي فوجي ۽ آبادڪارن کي آباد ڪيو هيو. پر وقت ثابت ڪيو ته
انگريزن کي ملڪ ڇڏڻو پئجي ويو. يا سنڌ جي رهائشي علائقن ۾
فوجي ڇانوٽين ۾ ٽارچر سيل ۽ ڪيمپون قائم ڪري ماڻهن تي تشدد
جو رستو اختيار ڪيو پيو وڃي. يا آپريشن ڊيگهه ڊيڻ لاءِ ڪاروائين
جو بهانو بنائي سڄي سنڌ پوليس چوڪين ۾ تبديل ڪري اسان جي
معاشي ترقي لاءِ قائم ٿيل بجيٽ ڳڙڪائي پئي وڃي ته جيئن عوام تي
خوف و هراس طاري رکجي. هي سڀ طريقا ڌارين حاڪمن، غاصب
حڪمرانن طرفان مظلوم ۽ محڪوم ماڻهن تي استعمال ڪيا ويندا
آهن. ان ڪري ضروري آهي ته سرڪار روين ۽ رٿائن ۾ تبديلي آڻي
اسين ممڪن حل ۽ تجويزن پيش ڪرڻ لاءِ تيار آهيون.

هاڻ سنڌي ماڻهن جي مختلف حلقن طرفان پيش ٿيل روين ۽
موقف جو جائزو وٺنداسين. ڪجهه حلقن جو خيال آهي ته ڌاڙيلن کان

بچاءُ لاءِ ڳوٺاڻي فورس قائم ڪئي وڃي. ڳوٺاڻا خود مزاحمت ڪن. اهو تجربو ضياءُ دور ۾ ڪيو ويو، جنهن ۾ مختلف قبيلن طرفان امن فورس قائم ڪري ڌاڙيلن خلاف ڪاروايون ڪيون ويون، پر اسان جي سادن دوستن کي انهي رِٽا پويان سنڌ دشمن سازش شايد سمجهه ۾ نه آئي ۽ سادگي، اپوجهائپ ۽ ڌاڙيلن جي آزار کان ها ۾ ها ملائي اهو حل پيش ڪندا رهيا آهن. هن رِٽا جي پويان جيڪا خطرناڪ سازش ڪارفرما آهي اها هي ته سنڌ کي خانه جنگي ۽ مختلف قبيلن جي قبيلائي ويڙهه ۾ ڌڪي ڇڏجي. جيئن سياسي پيش قدمي ۽ قومي حقن جي بقا ۽ تحفظ جي جنگ خود بخود ختم ٿي وڃي. سڀ کان پهرين سوال هي آهي ته عام ڳوٺاڻن کي هٿيار ڪير مهيا ڪندو؟ انهن جي خرچ ڪير برداشت ڪندو؟ جڏهن فوج ۽ پوليس جا بڪتر بند گاڏيون ۽ گن شپ هيلي ڪاپٽر مقابلو نٿا ڪري سگهن ته عام ماڻهو مقابلو ڪيئن ڪري سگهندو؟ راڪيٽ لانچر جو مقابلو هڪ نالي بندوق سان يا ڪهاڙي سان عام ماڻهو نٿو ڪري سگهي. سرڪار ڪٿي هٿيارن لاءِ لائسنس ڏي به ڪٿي ته عام هاري ۽ ڳوٺاڻو خريد ڪيئن ڪندو. چوري جا هٿيار وٺي گهر ۾ پنهنجي تحفظ لاءِ رکي ته ڪير ضمانت ڏيندو ته نام نهاد ايجنسيون ان مسڪين کي غير قانوني هٿيار رکڻ جي ڏوهه ۾ ڌاڙيلن جو ساٿي يا ڌاڙيل هئڻ جي ناتي گرفتار ڪري ظلم ۽ زيادتي نه ڪنديون. جيڪڏهن سرڪار خود مسئلي جي حل لاءِ سنجيده بنجي ته اهو مسئلو چند مهينن ۾ ختم ٿي ويندو. سرڪار ڪيئن عام ماڻهن کي جديد هٿيار ڏيئي تربيت يافته بنائيندي. ان سورن کان ته سنڌين کي فوج ۽ پين فورسز ۾ شامل نٿو ڪيو وڃي. ۽ شايد، اهي دوست ڌاڙيل جي نفسيات کان واقف ناهن جتي به جنهن به علائقي ۾ ڪنهن به ذات يا قبيلي انهن جي مزاحمت يا مقابلو ڪيو ته پوءِ سمجهو انهي ذات جي ماڻهن سان هنن جي ذاتي دشمني ٿي پوي ٿي. پوءِ آسپاس جي سيني ڌاڙيلن ۽ يارن دوستن کي ونگار جو سڏ ڏيئي گڏ ڪندا ته ٻيلي فلاڻي

ڳوٺ يا قلاٽي ذات وارن اسان جا مڙس ماريا آهن مقابلو ڪيو اٿن هاڻ پلاند ڪنداسين. پوءِ چڱي خاصي قوت گڏ ڪري جديد هٿيارن سان مسلح ٿي ان ڳوٺ تي اهڙو ته سفارڪاڻو حملو ڪندا آهن جو نه ماڻهن جي جان محفوظ نه مالِ محفوظ، نه عزت. نتيجي ۾ ڳوٺ جو ڳوٺ برباد ڪري پاڻ ڪي تسڪين پهچائيندا آهن ۽ سچي سنڌ ۾ ان ذات جو ماڻهو ملين ته ان ڪي سنئين لڱين واپس نه ڪندا. ڇو ته نفسياتي طور ڏاڙيل پنهنجي شڪست ۽ مزاحمت برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نه هوندو آهي. ماضي ۾ مڪسين، گوپانگن، چاندين، ڪوسن تازو محب شيدي طرفان ماڇين مختلف حملا ۽ قتل صرف ذاتي انتقام ۽ انا جي تسڪين خاطر ڪيا ويا آهن. هاڻ جيڪي ماڻهو اهو حل پيش ڪن ٿا اهي سچي قوم کي ڏاڙيلن بنائڻ خاني جنگي ۽ قبيلائي ويڙهه ۾ تبديل ڪرڻ ۽ رياستي ادارن کي تشدد ذريعي قومي سگهه کي ختم ڪرڻ جي دعوت ڏين ٿا.

ٻيو رويو انفرادي ۽ ذاتي نفرت وارو آهي. بي وسي ،مجبوري ۽ زيادتين ڪان پوءِ عجيب قسم جي نفرت جنم وٺي ٿي، جنهن ۾ ڏاڙيلن کي سماج ۾ ناقابل قبول فرد ۽ انسان ئي نه سمجهڻ جي سوچ حاوي ٿئي ٿي. واقعي اسان يا اسان جا مائٽ يا دوست ۽ واقفڪار جيڪي ذلت ۽ اذيت مان گذرن ٿا انهن جو احساس ۽ تڪليف شديد آهي، پر ڇا صرف دل ۾ نفرت پيدا ڪري ڇڏڻ ۽ گارين ڏيڻ سان سنڌي عوام هن تباهي ۽ ذلت مان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهندي؟ ناممڪن آهي. ان جو مقصد هي آهي ته اسين به ساڳيو جاهلاڻو ردِعمل اختيار ڪريون ٿا. انتهائي نفرت وارو، جنهن ردِعمل يا جنهن نفرت سبب سنڌ جو ڏاڙيل بي حس ۽ قومي غيرت ڪان آجو ٿي ويو آهي، ۽ نه ئي ڪنهن سان هو پنهنجا سماجي لڳ لاڳاپا رکن. هو پنهنجون غميون خوشيون پاڻ ملهائيندا آهن، ضرورت جو سامان شرافت سان نه ته ڪسي وٺندا آهن. ان ڪري نفرت ۽ سماجي لاتعلقي جو اظهار انهن کي ڪنهن به طرح

ختم نہ ٿو ڪري سگهي. ان لاءِ ضروري آهي تہ اسين ڏاهپ جو مظاهرو ڪندي بهتر حل ڪيون. هڪ ڳالهہ سوچڻ گهرجي تہ ڪوبہ ماڻهو خوشي يا بغير مجبوري جي پنهنجا گهر، ٻار، ٻچا ۽ عام زندگي ترڪ ڪرڻ لاءِ تيار نہ هوندو آهي نہ ئي جهنگن ۽ ٻيلن ۾ هو آرامده ۽ وڏي (Luxury) زندگي گذارين ٿا. سماج جي ڦٽڪار، ٺٺ لعنت، سماجي رشتن کان ڪٽجڻ، خوشين ۽ غمين ۾ اڪيلو رهڻ، هر وقت موت جو پاڇو ساڻ، ننڊ و آرام ڦٽل، دربدر، پنڌ ڪشالا ڪيندي ۽ بغير ڪنهن آدرش، سياسي مقصدن، جي عزيزن کان علحده ذلت جي زندگي گذارڻ ۽ مرڻ کان پوءِ ڪتي وانگر لاش جو جهنگن ۾ رُلڻ واري زندگي ڪير قبول ڪندو. ان کان پوءِ سياسي جماعتن جي بي حسي، مفاد پرستي جاهلانہ سوچ عوام کان پري ٿيڻ سبب هي سماج جا ڏڪاريل ستايل ماڻهو آخري هي واٽ اختيار ڪن ٿا. جيڪڏهن ڪابہ پارٽي حيدر بخش جتوئي وانگر قومي سياست ڪي سماجي ۽ معاشي مسئلي سان گڏي ۽ خاص طور هاري ۽ عام ڳوٺاڻي ڪي محرومين کان بچائي انهن جي وقار ۽ خوشحالي لاءِ جدوجهد ڪندڙ هجي ها تہ سڀ جا سڀ باغيانہ سوچ رکندڙ ارڏا ۽ بهادر ماڻهو سياسي طاقت ۽ عوامي انقلابي فوج جي شڪل اختيار ڪندي عوامي وقار تحفظ انساني حقن، جمهوري ۽ قومي حقن جي بحالي لاءِ جدوجهد ڪن ها. چين وانگر ڳوٺاڻي ڇڙوڇڙو طاقت (Peoples energy) ”سرخ فوج“ بنجي وڃي ها، پر سياسي اڳواڻن جي بزدلي، موقع پرستي، تنظيمن جو سماجي ڳانڍاپو نہ هئڻ سبب اها قوت خودرو عوام دشمن ۽ قوم دشمن رخ اختيار ڪري وئي. نتيجي ۾ سنڌ جي سماجي ارتقا ڪي هٿرادو، طور بيهاري منجمند ڪيو ويو آهي، جو تہ جاگيردارانہ سماج جي ختم ٿيڻ، سڄي دنيا ۾ صنعتي ۽ ٽيڪنالاجي انقلاب اچڻ ۽ سرمائيداري ۽ سامراجيت جي مختلف شڪلين سنڌ اندر بہ پنهنجا اثر ڇڏيا آهن. جاگيرداري جي خاتمي، واپار ۽ صنعت متعارف ٿيڻ ڪري سنڌ جو واپار، منڊي Market ۽ صنعت ڏارين ماڻهن جي هٿ

۾ اچي وئي، اسان جو جاگيردار قومي سرمائيدار نہ بنجي سگھيو. نتيجي ۾ ان جو مزاج عوام دوست، جمهوريت پسند ۽ سماج سڌارڪ بجاءِ خوشامدي، عوام دشمن، آقائن جي دلالي ڪندڙ وارو رهيو، ٻئي پاسي بي دخل ٿيندڙ هاري کي صنعتي مزدور بنجڻ کان روڪڻ ۽ ڪيس سائنسي تخليقات جي فيض کان پري رکڻ لاءِ ڏاريون مزدور ڪارخانن ۾ ڀرتي ڪيو ويو. نتيجي ۾ اسان جو هاري ۽ عام ماڻهو فني مهارت، سماجي ترقي ۽ تبديلي جي عمل کان پري رهيو، جنهن جي نتيجي ۾ نہ فقط سياسي شعور، تنظيمي سگهہ ۽ استحڪام حاصل نہ ڪري سگهيو پر رولو مزدور، سست هاري، موالي، چرسي ۽ جواري ٻڻجي احساس ڪمتري جي ڪن ۾ ڦٿو ڪيو ويو.

گذريل 20 سالن کان سنڌ ۾ جيڪي تعليمي ۽ علمي ڪوششون ۽ سياسي جدوجهدون ٿيون ان جي نتيجي ۾ سنڌ ۾ وري بہ ارتقائي عمل شروع ٿيو ۽ وچولو طبقو پيدا ٿيڻ شروع ٿيو، جنهن نوڪرين، صنعت ۽ واپار ۾ پنهنجي حصي وٺڻ جي جاکوڙ شروع ڪئي. نتيجي ۾ سنڌي سماج استحڪام ۽ تحريڪ ڏي وڌي رهيو هو. پر حاڪم بالادست قوم ۽ سگهارن ادارن اسان جي انهي سگهہ، شعور ۽ تحريڪ کي مختلف طريقن سان ڪچلي غير فعال بنائڻ ۾ هر قسم جا هربا اختيار ڪيا، شعوري يا لاشعوري طور سنڌ جو ڏاڙيل بہ ان رٿابندي ۾ حڪمرانن جو شريڪ بنيو آهي، جيڪا اسان جي ارتقا، سياسي سگهہ ۽ معاشري کي ڪمزور ڪري وري ٻين جو محتاج بنائڻ جي برابر آهي. ان ڪري ڀاڻ کي صرف نفرتن ۽ لا تعلقي جا رويا نہ پر ڏاهپ ڀريا سنجيده ۽ مستقل حل پيش ڪرڻ گهرجن. سرڪار جو گهيراءُ ڪيو وڃي نمائندن ذريعي دٻاءُ پيدا ڪيو وڃي تہ سنڌي ماڻهن کي تباهي ۽ بربادي کان بچائڻ لاءِ مستقل حل ۽ رٿائن تي عمل ڪريو.

ان حل کي يقيني بنائڻ ۽ عمل ڪرائڻ لاءِ ممڪن آهي تہ ڀاڻ کي سياسي تحريڪ ۽ جدوجهد جو رستو اختيار ڪرڻو پوي. جڏهن

مائوزي تنگ چين ۾ آفيم خور ماڻهن کي انقلابي بنائي جاپان سامراج سان وڙهائي فتح ماڻي سگهي ٿو. آفريڪي 99 سيڪڙو آبادي اڻ پڙهيل، قبيلن ۾ ورهايل ۽ ڪٿي ڪٿي ته آدمخوري ڪندڙ ماڻهن (ڪينيا) ۾ اتان جي انقلابين شعور ۽ بڌي پيدا ڪري ورتي ته پاڻ کي به رويو (Reactionary) نه پر سياسي ۽ سنجيده پيدا ڪرڻو پوندو. سازش تحت شعوري طور اسان کي برباد ڪندڙ ماڻهن، لاشعوري سازش جو شڪار ٿيندڙ ۽ سماج جي ناانصافين جو شڪار ٿيندڙ ماڻهن ۾ واضح تميز ۽ سندو (Demercation) پيدا ڪري عمل جي شروعات ڪرڻي پوندي.

انهي سڄي طويل پس منظر کان پوءِ مان سرڪار ۽ سنڌ جي سڄاڻ حلقن جي سامهون رٿون پيش ڪندي جيئي سنڌ ترقي پسند پارٽي ۽ سنڌي عوام طرفان آچ ٿو ڪريان ته جيڪڏهن بحث ٿيل مسئلن تي سرڪار سنجيدگي سان ويچار ڪري ته اسين بيلن جهنگن ۽ جبلن ۾ ويچي ڌاڙيل فيڪٽر جي خاتمي لاءِ ڪوششون وٺنداسين. جيئن مڪمل طرح سنڌ ۾ امن امان قائم ٿئي ۽ سنڌي ماڻهو سک جو ساهه کڻي سگهن.

1- سپ کان پهرين سنڌ سرڪار کي اعليٰ تحقيقاتي ٽربيونل هاءِ ڪورٽ جي ججن جي نگراني ۾ قائم ڪرڻ گهرجي ته ڌاڙيل فيڪٽر سان وابسته سياسي، سماجي ۽ معاشي ناانصافين جو تدارڪ ٿي سگهي.

2- ڊويزن سطح تي هاءِ ڪورٽ جي بينچ قائم ڪئي وڃي، جتي عام ڳوٺاڻا ماڻهو بغير روڪ ٽوڪ جي پوليس ۽ ايجنسين طرفان ٿيل زيادتين جا تفصيل پيش ڪري ايف- آءِ آر داخل ڪرائي سگهن.

3- نياڻين جي عصمت دري ڪندڙ پوليس اهلڪار يا مقامي لوفر زميندار تي باقاعده ڪيس داخل ڪري انصاف ڪيو وڃي.

4- ڪنهن به ڳوٺ يا گهر تي بغير ڪنهن مئجسٽريٽ جي چڙهائي نه ڪئي وڃي.

5- ڌارين فورسن ۽ اجائي پيراملٽري فورسن کي سنڌ مان واپس ڪيو وڃي.
6- سياسي بنيادن تي ڪاروايون ۽ انتقامي طور طريقا ختم ڪيا وڃن.
7- عوام اندر تحفظ عزت نفس ۽ وقار جي بحاليءَ جو احساس پيدا ڪيو وڃي.
8- سرڪاري زمين بي زمين هارين ۽ غريب ماڻهن ۾ ورهائي وڃي.
9- سنڌ اندر قائم ٽيندڙ ڪارخانن ۾ 80 سيڪڙو مقامي سنڌي ماڻهن کي روزگار ڏنو وڃي.
10- معاشي بدحالي جي خاتمي لاءِ روزگار ۽ واپار لاءِ آسان قرض ڏنا وڃن.
11- عوام جي سياسي ۽ جمهوري حقن تي ڌاڙا هڻن بند ڪيا وڃن.
12- ڌاڙيلن تي رکيل انعام ۽ پوليس کي انعام اڪرامن ۾ ڏنل پئسم ۽ زمينون انهن پيڙهيل ماڻهن جي بهبود لاءِ خرچ ڪيا وڃن.
13- ڌاڙيلن ۾ (Classification) ڪئي وڃي تہ جيڪي بہ ڌاڙيل سماجي ناانصافين سبب ڌاڙيل بنيا آهن ۽ حالتن انهن جي ذلتن ۾ وڌيڪ اضافو آندو آهي تہ انهن ماڻهن لاءِ عام معافي جو اعلان ڪيو وڃي.

عام معافي جو مقصد ڦاهي ۽ عمر قيد جي سزا نہ ڏيڻ ۽ پڪڙڻ کان پوءِ ڪين شوٽ نہ ڪرڻ جي ضمانت ڏيڻ آهي. سندن زندگي سان لاڳاپيل مسئلا ۽ خانداني دشمنين جا ناهہ ڪرائي ڏوهہ ڏنڊ سرڪار کي ڀري ڏيڻ گهرجن، مستقل روزگار ۽ معاشي مسئلي جي حل لاءِ ڪين ڪارخانن ۾ نوڪريون يا زمين الاٽ ڪري ڏني وڃي. جيئن هو پنهنجي زندگي، عزت ۽ وقار سان گذاري سگهن. جڏهن مسئلا حل ٿي وڃن تہ پوءِ انهن کي آزاد ڪري عام شهري ٿيڻ جو حق ڏنو وڃي.

14- جيلن جا انتظام انساني بنيادن تي درست ڪيا وڃن.
15- فالتو يا اضافي پئسو امن و امان جي بهاني سان چند ماڻهن تي خرچ ڪرڻ بجاءِ عوام جي فلاح و بهبود تي خرچ ڪيو وڃي.

مان نٿو سمجهان تہ جيڪڏهن سرڪار طرفان سنجيدگي سان

جيڪڏھن اھڙو حل ڳولي ان تي عمل ڪرڻ شروع ڪري تہ ھن مسئلي جو خاتمو ناممڪن ناھي. ۽ مسلسل ھيڏي عذاب ۽ پيڙاءُ مان گذرڻ کان پوءِ بہ انتظامي مشينري جي ناڪامي مسلسل سرڪار جي لاپرواھي ۽ لاتعلقي اسان کي انھيءَ ڳالھہ سمجھڻ تي مجبور پئي ڪري تہ شايد حڪمران خود سنڌين کي تباھي ڏانھن ڌڪڻ ۾ ڀاڱي ڀائيوار آھن.

ڌاڙيلڻ جون اپيلون شايع ٿينديون رھيون آھن. جڏھن وڏن ڌاڙيلن سان اھو انساني ۽ قانون رويو اختيار ڪيو ويو تہ ننڍا ننڍا گروہ ۽ ٽولا خود بخود ختم ٿي ويندا يا انھن کي ختم ڪرڻ ۾ ڪابہ دقت پيش نہ ايندي.

مان سيني ڌرين کي اپيل ٿو ڪريان تہ جيڪڏھن ڌاڙيلن جي عذاب مان ڇوٽڪارو چاھيو ٿا تہ پوءِ اچو تہ گڏجي اقتدار جي مالڪن جو گھيراءُ ڪيون، دٻاءُ وجھون تہ جيئن مستقل حل لاءِ عملي شروعات ڪئي وڃي. سنڌين کي سڪون ۽ تحفظ سان زندگي گذارڻ جو حق وٺي ڏجي.

25-3-1992

**ڊاڪٽر قادر مگسي**

لانڍي جيل، ڪراچي

# بينظير ڀٽو جو تجويز ڪيل
# سماجي معاهدو ۽ سنڌ

سڄي دنيا اندر ٿيندڙ اٿل پٿل جا اثر پاڪستان جي سياست ۽ سماج تي چٽا نظر اچي رهيا آهن. هن ملڪ تي قابض فوجي جنتا ۽ ڪامورا شاهي، (جنهن کي (Establishment) جي نالي سان مشهور ڪيو ويو آهي)، جا رويا مجموعي طور اندروني ۽ خارجي مسئلن ڏانهن تيزي سان تبديل ٿي رهيا آهن ۽ ايتري تيزي سان تبديل ٿين پيا جو حڪمران، عوام ته پري رهيو، پر سنڌن ڪئمپ ۾ موجود ماڻهن کي هڪ راءِ بنائي نه پيا سگهن. چوته رات جو هڪ ڳالهه چوندا آهن ته صبح ننڊ مان اٿي ٻي ڳالهه. جهاز ۾ سوار ٿيڻ وقت هڪ بيان جاري ڪندا آهن، پر جهاز مان لهڻ وقت سندن ٻولي ۽ مؤقف تبديل ٿي ٿو وڃي. پوءِ هرڪو آهي هڪٻئي جي ترديدن ۽ وضاحتن ۾ پورو. نتيجي ۾ سندن اڀرائي، چتڪتائي ۽ جاهلپڻو ظاهر ٿي پيو آهي. ملڪ ته ڇا پر سڄي دنيا کي کلڻ ۽ لطيفا ٺاهڻ لاءِ جواز فراهم ڪري رهيا آهن.

ساڳي طرح پاڪستان ۾ عوامي سياسي جماعتن ۽ سندن اڳواڻن جي سوچ، روين ۽ مطالبن ۾ به تبديلي آئي آهي. سندن اوليتون ۽ ترجيح تبديل ٿي ويون آهن..

مان اڄ جنهن ڳالهه تي بحث ڪرڻ گهران ٿو، اهو آهي پاڪستان پيپلز پارٽي جي شريڪ چيئرپرسن بينظير ڀٽو صاحبه طرفان تازو اٿاريل مسئلو.

شروعات ۾ بينظير صاحبه نئين، سماجي معاهدي جي ڳالهه ڪئي،

جنهن ۾ برطانيه جي وزير اعظم جان ميجر طرفان انساني حقن ۽ سماجي برابري لاءِ ڪيل (Social Contract) جو حوالو ڏيندي بينظير صاحبه پاڪستان ۾ به جمهوريت جي استحڪام ۽ انساني وقار ۽ تقدس جي بحالي لاءِ نئين معاهدي جي ڳالهه ڪئي، جنهن کي سنڌ جي مجموعي دانشورن توڙي ٻين حلقن ساراهيو. ان کان پوءِ وري به محترمه هڪ وِک اڳتي وڌائيندي پاڪستان ۾ نئين آئين جي ڳالهه ڪئي آهي ته سنڌ ۾ مختلف حلقن ۽ صوبن وچ ۾ نئون معاهدو ٿيڻ گهرجي. ان کي آئين جي شڪل ڏني وڃي.

معراج محمد خان هڪ ڏينهن تبصرو ڪندي چيو ته بينظير صاحبه کان غير ارادي طور يا لاشعوري اهڙيون ڳالهيون نڪري ويندڀون آهن، پر عملي طرح انهن کي اختيار ڪرڻ بينظير جي وس ۾ ناهي.

سڀ پاڪستان جي جمهوريت دوست ۽ ترقي پسند حلقن مجموعي طور تي بينظير صاحبه جي نئين آئين واري ڳالهه کي ساراهيو آهي. پر سنڌ جي تمام ڏاهن دانشورن ۽ صحافين ۽ سڄاڻ ماڻهن ان مسئلي تي تفصيل سان لکڻ اسان جهڙن ابوجهه ماڻهن کي سمجهائڻ ۽ وڏيڪ ضمانتون گهرڻ (جيڪي سنڌين جي وجود لاءِ ضروري آهن.) بجاءِ بينظير صاحب جي ڳالهه تي صرف ساراهه جا ڏُڪ ڀرڻ شروع ڪيا آهن، نتيجي ۾ اهو معاهدو ڇٽڪ عام ماڻهن لاءِ تمام وڏي ڳالهه، نئين سماج اڏڻ، سستو انصاف مهيا ٿيڻ ۽ معاشي ناهمواري ختم ڪرڻ جي علامت بڻجي ويو آهي ۽ ماڻهن اميدون رکڻ شروع ڪيون آهن ته هاڻ پيپلزپارٽي کي اقتدار ملندو ته ڪجهه نه ڪجهه سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن کي وقار سان جيئڻ جي ضمانت ملندي.

مان ان تي بحث ڪرڻ کان اڳ هڪ ڳالهه جي وضاحت ڪرڻ ضروري گهران ٿو ته جتي عالمي صورتحال جا اثر هن ملڪ ۽ سياستدانن جي پروگرامن تي پيا آهن. اتي ساڳئي وقت اها ڳالهه تمام زبردست نموني اثرانداز ٿي رهي آهي ته سنڌ اندر مجموعي طور قومي شعور

وڏيڪ پختو ۽ مضبوط ٿي رهيو آهي. ماڻهن پ پ سان پنهنجي جذباتي وابستگين ۽ محبتن جي باوجود پنهنجي موجوده معاشي حالت، سنڌ ۽ پنهنجي نسلن جي مستقبل لاءِ سوچڻ لڳا آهن: ته سياڻي اسان جو ڇا ٿيندو؟ ڪير اسان جي نسلن جي تحفظ جي ضمانت ڏيندو؟ اسان جو مقصد ۽ منزل ڇا هئڻ گهرجي؟ سنڌي ماڻهن جي اندر پيدا ٿيندڙ ان سوچ ۽ قومي هاڃن ۽ ناانصافين خلاف مسلسل مزاحمت ڪرڻ جي پهلڪاري، هر هلچل ۾ حصو وٺڻ واري عمل هتان جي وفاق پسند جماعتن جي سوچ ۽ ڪردار ۾ ڦيرو آندو آهي نه ته ڪجهه وقت اڳ ويجهي ماضي ۾ بينظير صاحب قومپرست سوچ بلڪ صوبائي خود مختياري جي مطالبي کي ئي "ملڪ دشمني ۽ علائقيت پسندي" قرار ڏنو ۽ هميشه سنڌ ڪارڊ (Sindh Card) جي ورجاءُ کان لاتعلقي جو اظهار ڪندي رهي، پر تازو ساڳئي بينظير صاحب ڏاڍي دليري سان اهو واضح اعلان ڪيو ته، "ها ها مان سنڌ ڪارڊ استعمال ڪنديس، هزار دفعا ڪنديس"

گذريل سال لاڙ (سنڌ) جي دوري وقت اهي لفظ چوندي ان ڳالهه کي ورجايو ته سنڌ کي مرڪز کان وٺي صوبي تائين ڪابه واضح نمائندگي ناهي. اهو سچو ڪمال سنڌي عوام جي قومپرستي ۽ سنڌ دوست شعور جو نتيجو آهي. جو وفاق پرست جماعت به سنڌ ۽ سنڌين جي مُلڪي معاملن ۾ شرڪت ۽ سنڌ ڪارڊ کي پنهنجي حق جتائيندي قبول ڪيو ته اسين سنڌ ڪارڊ استعمال ڪنداسين.

جڏهن ته اقتدار جي دوران بقول مخدوم خليق ۽ پين ايم- آر- ڊي ليڊرن جي ته بينظير صاحب ضياءُ دور ۾ ايم. آر. ڊي جي جدوجهد ۽ سيٽ اپ ۾ اصولي طور صوبائي خود مختياري لاءِ جيڪو طئہ ڪيو ان تان هٿ ڪٽي وئي. چوڻ لڳي ته پاپا (ڀٽو صاحب) ايتري صوبائي خود مختياري نه ڏني ته مان ڪيئن ڏيندس!؟ سڀ اختيار جيڪڏهن صوبن حوالي ڪجن ته پوءِ مرڪز وٽ حڪومت ڪرڻ لاءِ ڇا بچندو؟"

اها بينظير صاحبه جي اقتدار وقت جي سوچ هئي هاڻ اچانڪ ايڏي وڏي تبديلي آخر هن وقت نئين آئين ۽ نئين سماجي معاهدي جي ڳالهه ڪرڻ جو مطلب ڇا آهي؟ اڃا تائين باضابطه طور بينظير صاحب طرفان ڪوبه تحقيقي مقالو يا ٿيسز يا آئيني جوڙجڪ جو مسودو سامهون نه آيو آهي جو ان کي بنياد بڻائي اندازو لڳائي سگهجي، پر بينظير صاحبه جي بيانن ۽ عمل ۾ جيڪو تضاد نظر اچي ٿو. ضروري آهي ته ان ڳالهين ۽ تنضادن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪجي ۽ ڪجهه ضمانتون نئين معاهدي لاءِ ڪانئس طلب ڪيون وڃن.

مثلاً بينظير صاحب جي جمهوري جدوجهد ۽ سچي عملي ڪردار جو جائزو وٺجي ته سندس سچي سياست مونجهارن ۽ وقتي مصلحتن ۽ اقتدار پرستي واري سوچ تي منحصر نظر اچي ٿي.

هڪ مضمون ۾ رٽائرڊ جسٽس گل محمد لکي ٿو ته، "بينظير صاحب جڏهن جمهوري ڪئمپ جي سرواڻ آهي ته ڪيس جمهوري قدرن ۽ اصولن تي قائم رهندي شاندار مثال قائم ڪرڻ گهرجن. مثلاً ضياءُ جڏهن جوڻيجو حڪومت ختم ڪئي وئي، ضياءُ جي موت کان پوءِ صدر اسحاق نئين اليڪشن جو اعلان ڪيو. اليڪشن ٿيڻ کان اڳ لاهور ڪورٽ فيصلو ڪيو ته جوڻيجو جي حڪومت ۽ قومي اسيمبلي ٽوڙڻ غير آئيني ۽ غيرقانوني قدم هو ته بينظير کي نئين اليڪشن ۾ حصو وٺڻ کان بهتر هو ته هڪ جمهوريت پسند اڳواڻ جي حيثيت ۾ جوڻيجو حڪومت ۽ قومي اسيمبلي جي بحالي لاءِ مطالبو ڪري ها ۽ ختم ڪيل اسيمبلي بحال ٿئي ها ته سندس تاريخي جمهوري ڪردار جڙي ها. پر بينظير صاحبه اقتدار حاصل ڪرڻ جي شوق ۾ جمهوري قدر جي پيڪڙي ڪئي نتيجي ۾ ڪيس ساڳيو حادثو پيش آيو ۽ سندس حڪومت کي به هڪ شخص جي پسند ۽ ناپسند سبب ختم ڪيو ويو."

ان کان پوءِ به ڪانئس مسلسل غلطيون ٿيون، جن جو ذڪر

گهڻا دفعا پريس ۾ ايندو رهيو آهي. مثلاً ڪمزور حيثيت ۾ اقتدار ۾ شريڪ ٿيڻ. ويندي پارٽي جي عالمي پاليسي تي افغان اشو يا ڪشمير متعلق جيڪو سالن کان موقف هو فوري تبديل ڪري ڇڏڻ ۽ پنهي بابت پراڻ پرستي وارو موقف اختيار ڪرڻ، صدر اسحاق کي چونڊائڻ ۽ ايم . آر. ڊي جي ساٿين کي ڇڏي ڏيڻ، اهي سڀ ڪوتاهيون ۽ ڪمزوريون رهيون ۽ سيني بنيادي جمهوري قدرن کي اقتدار جي ڪرسي تي قربان ڪيو ويو. جڏهن ته جاندار روايتن، اصولي موقف ۽ جمهوري قدرن کي مستحڪم ڪرڻ لاءِ تمام وڏي قيمت ادا ڪرڻي پوندي آهي. اسان جي سامهون هن وقت برما جي "انگ سانگ سوچي" جو مثال آهي. سندس جماعت 80 في سيڪڙو اڪثريت حاصل ڪري وٺڻ کان پوءِ به حڪمرانن ۽ فوجي جنتا جي شرطن تي اقتدار ۾ شراڪت ڪرڻ لاءِ تيار ناهي. نظربندي ۽ قيد ۾ رهندي جمهوري، روايتن ۽ قدرن جي استحڪام جا مضبوط بنياد رکڻ لاءِ قيمت ادا ڪري رهي آهي. نتيجي ۾ برما جي زمين تي جيڪو جمهوريت ۽ آزادي جو سج ايرندو اهو سڄي برما جي مظلوم ۽ مسڪين ماڻهن ۽ مختلف مذهبي ۽ لساني حلقن تان هر قسم جي ظلم ۽ جبر، غلامي ۽ استحصال جي خاتمي جو پيغام کڻي ايندو. ماڻهو وقار سان زنده رهندا ۽ خوشحالي ماڻيندا.

بينظير صاحبه کي مليل موقعو اقتدار جي حوس ڪري ضايع ٿي ويو. نتيجي ۾ هتان جي آمريت پرستن جنتا، جمهوريت دوست ۽ حقيقي عوامي قوتن کي ڪنڊ ۾ ڪرڻ لاءِ تشدد، مارا ماري ۽ لالچ جا طريقا اختيار ڪري چونڊن ۾ ڌانڌلين جا جديد جادو ئي طريقا ڳولي ڪڍيا آهن جو بظاهر سندن ڪابه ڌانڌلي پڪڙجي نه پئي سگهي ۽ سڄي دنيا جي جائزو وٺندڙ ماڻهن جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ ۾ ڪامياب ويا آهن. نتيجي ۾ اليڪشن ۽ جمهوري طريقن مان عوام ۾ جمهوري قوتن جي دلچسپي ختم ٿي رهي آهي. خوشامد، چاپلوسي، مفاد پرسي يا دهشتگردي جنم وٺي رهي آهي.

بينظير صاحب طرفان نئين معاهدي جي ڳالهہ ڪرڻ کان پوءِ جيڪي متضاد مسئلا سامهون آيا آهن ضروري آهي تہ انتي روشني وجهجي.

نئين معاهدي ۾ قومي حقن، صوبائي خود مختياري، انساني حقن جو احترام، عورتن جو تقدس ۽ جمهوريت جي استحڪام ۽ تسلسل جي ڳالهہ ڪندي ڪراچي بار ايسوسيئيشن جي دعوت ۾ بينظير صاحبہ شيخ مجيب الرحمان ۽ عوامي ليگ جي 6 نڪاتي پروگرام تي سخت چوٽ ڇنڊيا. هُن چيو تہ جيڪڏهن ذوالفقار علي ڀٽو عوامي ليگ جا 6 نڪتا قبول ڪري ها تہ پوءِ هڪ پاڪستان نہ پر پنج پاڪستان هجن ها.

هاڻ سوچڻو هي آهي تہ بينظير صاحبہ جو نئون معاهدو صوبن کي مڪمل خود مختياري ۽ انهن کي قومي بقا ۽ سڃاڻپ مهيا نٿو ڪري سگهي تہ پوءِ اهو نئون معاهدو سنڌي ماڻهن لاءِ ٻي مقصد آهي اسان کي بيوقوف بنائڻ لاءِ واتِ ۾ لالي پوپ ڏنو پيو وڃي ۽ سڄي جنگ اقتدار ماڻڻ جي آهي جيئن حڪمران ڌرين تي دٻاءُ پيدا ڪري پاڻ کي بهتر پوزيشن ۾ آڻجي.

ٻيو واقعو بينظير صاحبہ طرفان سائين جي- ايم سيد طرفان نشتر پارڪ ۾ ڪيل تقرير جو ردِعمل آهي، جنهن ۾ بينظير صاحبہ بغير سوچڻ ۽ سمجهڻ جي فوري طور سائين تي ڪيس هلائڻ ۽ ڪيس غداري جي سزا ڏيڻ جو مطالو ڪيو. نہ رڳو اهو پر ايتري انتها پسندي جو مظاهرو ڪيو جو سائين جي 90 سالن جي عمر جي بغير ڪنهن احترام ڪرڻ جي سائين جي- ايم سيد کي گهر ۾ نظربند ڪرڻ تي بہ اعتراض ڪيو ۽ چيو تہ جي- ايم سيد کي گهر 'حيدر منزل' کان جيل منتقل ڪيو وڃي. جڏهن تہ اها ڳالهہ بينظير صاحبہ کي ڪرڻ نہ پئي جڳائي. سائين جي ايم سيد جيڪڏهن تلخ لهجي ۾ ڳالهائي ٿو تہ هو حق بجانب آهي ڇو تہ سڄي عمر حڪمرانن سندس سچائي ۽ سنڌ سان

محبت جو ناجائز فائدو وٺندي سائين سان هميشه دوکا ڪيا آهن ۽ سائين بہ هر ڀيري سندن ڦندي ۾ ڦاسجندو رهيو آهي. پوءِ اهو ايوب کهڙو هجي يا ذوالفقار علي ڀٽو، فوجي آمر ضياءُ هُجي يا ڄام صادق علي سيني حڪمرانن ڪوشش ڪئي آهي تہ سائين جي مدد ۽ سهڪار ملين جڏهن مطلب نڪري ويندو اٿن تہ سائين کي قيد و بند جي اذيتن ۾ ڌڪيندا رهيا آهن.

اڄ صدي جي ويساهہ گهاتين ۽ موقعہ پرست حڪمرانن جي چالاڪين جو شڪار سائين 90 سالن جي عمر ۾ جيڪڏهن پاڪستان پيپلز پارٽي يا ڀٽو خاندان بابت تلخ رويي ۾ ڳالهائي ٿو تہ اها ڳالهہ سمجهہ ۾ اچڻ جوڳي آهي،پر بينظير صاحبہ قومي ۽ جمهوري حوالي سان نہ صرف پاڪستان پر عالمي (Calibre) معيار جي سياستدان جو ايڏو ٻاراڻو ۽ انتهاپسندانہ ردِعمل سنڌي ماڻهن لاءِ ايذائيندڙ آهي، جو هو 90 سالن جي عمر رسيده ماڻهو کي گهرجي نظربندي مان ڪڍي جيل جي ڪوٺي ۾ ڏسڻ گهري ٿي ۽ غداري جي مقدمي ۾ سائين کي ڦاسي جي ڦندي ۾ ڏسڻ گهري ٿي.

هاڻ جيڪڏهن اسين سائين جي تقرير جو جائزو وٺون تہ سائين جو موقف انتهائي متوازن ۽ عالمي معيار جو هو. سائين جي سنڌوديش جي ورجاءُ کي هڪ پاسي رکي بنيادي خيال کي ڏسون، جنهن ۾ سائين گهر ڪئي تہ، ”تاريخي پس منظر رکندڙ پاڪستان جون پنج قومون سنڌي، سرائڪي، بلوچ، پنجابي ۽ پشتون آزاد ٿي رضامندانہ بنياد تي جنهن سان چاهين اتحاد ڪري گڏجي رهن يا علحده طور خودمختيار رهن.“ انهن کي ٻين لفظن ۾ (Right of self determination) ”حق خوداختياري“، يعني پنهنجي مستقبل جو فيصلو پاڻ ڪرڻ جو حق چئبو آهي. اهو هڪ مڃيل عالمي اصول آهي تہ هر وفاق، وفاقي اتحاد، يونين توڙي الحاق ۾ رهندڙ قومن کي اهو حق ملڻ گهرجي. سوشلسٽ فلاسافي توڙي سرمائيدارانہ فلاسافي ۾ جمهوري آئين ۾ اهو قومن جو بنيادي حق مڃيل

هوندو آهي. لينن جي زندگي ۾ ان حق جو استعمال ڪندي فن لينڊ ۽ يوڪرين روس کان علحدگي اختيار ڪئي هئي.

يا هاڻ روس ۾ سوويت يونين جي پراڻين جمهوريائن ۾ جيڪو نئون معاهدو ٿيو آهي ان جي بنياد تي نئين آزاد ۽ خودمختيار قومي رياستن جو رضامندانه اتحاد جڙيو آهي، جيڪو (Comon Wealth of Indepedent states, C-I-S) جي نالي سان ٺهيو آهي، جنهن جا بنيادي شرط باهمي احترام، قومن جي برابري ۽ هر هڪ قوم کي علحدگي اختيار ڪرڻ جو حق شامل آهي. تہ هاڻ جيڪڏهن بينظير صاحبه جو نئون سماجي معاهدو ۽ نئين آئين جو مطالبو اسان جي قومي جذبن، تاريخي گهرجن ۽ راءِ عام جو احترام نہ ڪندو ۽ قومن کي حق خوداختياري ۽ برابري جي بنياد تي گڏجي ويهڻ جي ضمانت نہ ڏيئي سگهندو تہ پوءِ اهو نئون معاهدو گهٽ ۾ گهٽ اسان مظلوم سنڌين لاءِ هڪ نئون سراب ۽ نئون پنجوڙ ثابت ٿيندو. جيئن 1940ع کان وٺي 1973ع جي آئين ۽ ان ۾ ٿيندڙ 1991ع تائين جي هر ترميم ۾ اسان سنڌي ماڻهن کي ذلت، تباهي، بک، بدحالي، وڌيڪ غلامي، وڌيڪ استحصال، وڌيڪ جبر ۽ ناانصافي جو نشان بڻايو ويو آهي، جنهن ۾ اسان جي قومي سڃاڻپ ۽ اسان جي عوامي آزادي چيپياڻجي، چٿجي ختم ٿي رهي آهي.

ٻئي طرف عالمي مسئلن يا پاڙيسري ملڪن سان معاملن جي حل لاءِ بينظير صاحبه جو موجوده رويو افسوسناڪ آهي. مثال طور پاڪستان جا حڪمران يا نواز شريف حڪومت آمريڪي عالمي نظام جي دٻاءَ ۽ معاشي بحران جي نتيجي ۾ افغانستان جي مسئلي جي حل لاءِ آمريڪا ۽ اقوام متحده جو امن منصوبو قبول ڪري افغانستان جي مسئلي حل ڪرڻ لاءِ ڪوششون وٺي رهي آهي. ڪٽر بنياد پرست، جمهوريت دشمن ۽ مفاد پرست گروه جهڙوڪ: پاڪستان ۾ جماعت اسلامي، افغانستان جي حزب اسلامي ۽ گلبدين حڪمت يار ٽولو جيڪي هن وقت تائين آمريڪي ڊالرن ۽ عربن جي ريال ۽ درهم تي

پنهنجا پيٽ پاليندا، لڪين ماڻهن کي انڌي اقتدار جي جنگ ۾ بارودن ۽ گولين جو کاڄ بنائيندا ۽ سامراجي اشارن تي نچندا رهيا آهن. ۽ پنهنجي ڌرتي کي باهه جي شعلن ۾ تبديل ڪندا رهيا آهن. انهن جو ٽڪر جڏهن اقوام متحده جي امن منصوبي سبب بند ٿي ويو آهي ته هو هاڻ مخالفت ۾ پاڪستان توڙي آمريڪا ۽ اقوام متحده جي مذمت ڪندي ڏاپن ئي نٿا ۽ ان کي يهودي سازش قرار ڏين ٿا. جڏهن ته مجموعي طور تي اهو منصوبو افغان عوام جي حق ۾ آهي ۽ گڏوگڏ پاڪستان ۾ رهندڙ قومن جي حق ۾ پڻ. ڇو ته 35 لک افغاني پاڪستان ۾ رهن ٿا. تقريباً 10 لک ڪراچي ۾ آباد ٿي چڪا آهن. هيروئن ۽ هٿيار عام ڪندي ڪراچي جي ڊفينس ۽ ڪلفٽن جهڙن علائقن ۾ بنگلن ۽ ملڪيتن جا مالڪ آهن. سڄي ملڪ ۾ پنهنجي ٽرانسپورٽ مان لکين ۽ ڪروڙين روپيا ڪمائي رهيا آهن. گڏوگڏ اسان جي معاشري ۾ هيروئن جي اڏن ۽ هٿيارن کي ڦهلائي ماڻهن ۽ سماج کي مفلوج بنائي رهيا آهن. انهيءَ منصوبي سان انهن جي واپسي ممڪن ٿيندي.

اهڙي وقت ۾ ڪنهن به جمهوريت دوست اڳواڻ کي ان امن منصوبي جي پٺڀرائي ۽ حمايت ڪرڻ گهرجي، پر بينظير صاحبه طنزيه ۽ ٺوڪ واري انداز سان تبصرو ڪندي چيو ته آءِ- جي- آءِ حڪومت جنهن ڪابل فتح ڪرڻ جا نعرا هنيا هئا. ان هي منصوبو عالمي دٻاءَ ۾ قبول ڪيو آهي. ان جو مطلب ته حڪومت پنهنجي اڳئين اڳرائي پسندي واري پاليسي جاري رکي.

ساڳي طرح ڪشمير جي مسئلي تي به بينظير صاحبه جو موقف سامهون آيو آهي جڏهن ڪان ڪشمير لاءِ هڪ آزاد ۽ خود مختيار ملڪ ۽ رياست قائم ڪرڻ واري گهُر مضبوط ۽ مقبول ٿي رهي آهي ۽ "ڪشمير بني گا پاڪستان" جو نعرو آزاد ڪشمير جي نعرن ۾ دٻجي رهيو آهي ته پاڪستان سرڪار آهستي آهستي ڪشميرين مان هٿ ڪڍي رهي آهي. ڪشميرين کي سندن مستقبل ۽ مقدر جي فيصلي

ڪرڻ جو مالڪ بنائڻ لاءِ آزاد ڇڏيو پيو وڃي ته بينظير صاحبه طنز پرئي لهجي ۾ چيو ته، ”دهليءَ تي پاڪستان جو جهنڊو چاڙهڻ وارا ۽ ڪشميري کي پاڪستان بنائڻ وارا ئي ڪشميرين مان هٿ ڪڍي رهيا آهن.“

ان مان اسان اهو مطلب ڪڍڻ ۾ حق بجانب آهيون، ته اجان اڱرائي پسندي تي قائم رهندي هندستان دشمني برقرار رکندي فوجي جنتا کي ملڪ تي حڪمراني جو موقعو فراهم ڪجي ۽ فوجي جنتا کي سڄي ملڪ جي ماليات هضم ڪرڻ جو بهانو مهيا ڪجي ۽ مسڪين ماڻهو بک ۽ بدحالي ۾ سڙندا پڇرندا ڇڙيون هٽي دم ڏين. ڇا ڪنهن به جمهوريت دوست ڪئمپ جي سرواڻ کي اهڙو متضاد ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي؟ هن وقت يوگوسلاويه ۾ قومي جنگ جاري آهي. فلسطيني ۽ ڏکڻ آفريڪي تاريخي عمل ڏانهن وڌن پيا. ڪينڊا جا ڪيوبڪ ۽ برطانيه جا آئرش ۽ اسڪاٽش آزادي لاءِ ٻاڪارين پيا.

پوءِ پاڪستان اندر قومن جي آزاد ۽ خودمختيار تاريخي حيثيت کان انڪار ڪري باقي ڪهڙو نئون معاهدو فراهم ڪيو ويندو. نئين معاهدي ۾ مظلوم قومن ۽ سندن مسڪين ماڻهن کي پلئه ڇا پوندو؟ اهو سوال اهم آهي.

پاڪستان پيپلز پارٽي جي پاڪستان پرست قيادت وفاق پرستي جو ورد ڪندي ڪندي قومپرستي ۽ ترقي پسندي جي ڳالهه ڪندڙ هر ماڻهو کي علحدگي پسند ۽ ملڪ دشمن قرار ڏيئي هميشه ان جي مذمت ڪئي آهي. پ پ اڳواڻ مضبوط مرڪز جي جوش ۾ ايترو ته مدهوش رهيا آهن جو ڪنهن جو منطق ۽ دليل ٻڌڻ لاءِ تيار ناهن. ڪالهه جي ڳالهه آهي ممتاز علي ڀٽو ۽ حفيظ پيرزادي جڏهن ”ڪنفيڊريشن“ ناهي وفاق جي ڳالهه ڪئي ته ساڳي پيپلزپارٽي انهن کي قوم پرست ۽ علحدگي پسند چئي پارٽي کان خارج ڪري ڇڏيو.

پر اچ ٿورو به غور ڪيو ته جيڪا ڳالهه ممتاز علي ڀٽو 6 سال

اڳ چئي هئي ته هاڻ ملڪ ۾ وفاقي نظام انصاف نه ڏيئي سگهندو ۽ گهڻو وقت اهو نظام رهندو ته ملڪ ئي ختم ٿي ويندو، پر بينظير صاحبه اڄ 6 سالن کان پوءِ ساڳي ڳالهه نون لفظن ۾ نئين طريقي سان ڪري ٿي. مطلب ساڳيو آهي ته مرڪز ڪمزور ٿئي، (Decentrlization) جي دور مان ملڪ کي گذارجي، آمريت جو خاتمو آڻجي. غاصب ۽ حاوي قوتن کي ڪمزور ڪجي. پر اجا اها ڳالهه سامهون اچڻي آهي ته بينظير صاحبه جو نئون معاهدو واقعي مظلوم قومن جي بقاءَ ۽ حقيقي جمهوري نظام، توڙي عوام جي تقدس وقار ۽ خوشحالي لاءِ سنجيده ڪوشش هوندي يا صرف اقتدار ماڻڻ لاءِ حڪمت عملي؟

جو ته سندس پاران اڄ ڏينهن تائين جيڪي ڪوششون ورتيون ويون آهن يا جيڪي طريقا اختيار ڪيا ويا آهن اهي ڪي به اجتماعي ۽ دور رس نتيجا ڏيندڙ نظر نٿا اچن، جنهن مان محسوس ڪجي ته عوام پنهنجي منزل ڏانهن وڌي رهيو آهي. اڳتي وڌڻ بجاءِ عوام وڏيڪ ذلتن ۾ گهيرجندو رهيو آهي، هو وڏيڪ تشدد ۽ جبر جو نشانو بڻجي رهيو آهي. قومن جي شڪل بگڙجندي پئي وڃي. ويندي سنڌي قوم جي انفرادي توڙي اجتماعي حالت ايڏي ابتر آهي جو هر ماڻهو پنهنجي مستقبل بابت غير يقيني ڪيفيت ۾ گهيريل آهي ته سياڻي سنڌس ۽ سندس ايندڙ نسلن جو ڇا ٿيندو. سنڌي قوم جنهن هر حملا آور جو مقابلو ڪندي مشڪلاتون ڪٽيندي به اڄ تائين جيڪو پنهنجو وجود تاريخي سڃاڻپ زنده رکي آهي. آها سياڻي هن ڌرتيءَ جي وارث ۽ حقيقي مالڪ طور وجود ۾ رهندي يا نه؟ هيڏي شاندار تهذيب و تمدن ۽ ثقافت توڙي تاريخي روايتون هن قوم جي سڃاڻپ لاءِ قائم رهنديون، اوچ ماڻينديون يا ٻاهريون ثقافتون ۽ هترادو مڙهيل ٻوليون هن خطي جي سڃاڻپ بڻجنديون. ان لاءِ اسان سنڌي ماڻهو مجموعي طور قومي حيثيت ۾ هاڻ ڪنهن به خوشفهمي يا سبز باغ ڏيکاريندڙ جي چالاڪي ۾ ڦاسڻ بجاءِ اسان کي سوچڻ گهرجي ته اسان جو اڄ ڇا آهي، آئيندو ڇا

هئڻ گهرجي؟

اسين هن وقت روز روز نوان تجربا ڪري نه وقت وڃائڻ گهرون ٿا نه ئي اجاين نعرن پٺيان لڳي پنهنجي قوت ۽ سگهه ضايع ڪرڻ گهرون ٿا. ان ڪري هاڻ هر ڳالهه چٽي ۽ واضح ٿيڻ گهرجي. ليکو پورو ڪبو. ڪنهن به جذباتي وابستگي يا محبتن جي غلطان ۾ لڙهي پنهنجو وجود وڃائڻ نٿا گهرون. اها سنڌي قوم جي اجتماعي شعور جي سوچ آهي جو وفاق پرستي جي حمايت ڪندڙ ۽ تحفظ وفاق جي لاءِ جهاد جا اعلان ڪندڙ جماعتون اڄ مرڪز کي ڪمزور ڪرڻ جي ڳالهه ڪن ٿيون، پر اسين اجا به وڌيڪ وضاحت ۽ صاف موقف گهرون ٿا.

جيڪڏهن پاڻ صرف پ پ پ جي جمهوري نعري کي غور سان ڏسنداسين ته جمهوريت صرف نعرو بڻيل آهي نه ته حقيقت ۾ جمهوريت جي مضبوطي ۽ حقيقي عوامي راڄ قائم ڪرڻ لاءِ جيڪي تدبيرون ۽ اپاءُ وٺڻ گهرجن ۽ جنهن جرئتمندي سان هڪ جمهوريت دوست پارٽي کي آمريت سان ٽڪر کائي عوام جو ڪيس وڙهڻ گهرجي ان تي هڪ گهڙي به پ پ پ ثابت قدم نه رهي آهي.

مثال طور اسين جمهوريت لاءِ بنيادي ۽ اهم ستون طور ٻه شيون ڪڻون ٿا. هڪ آهي سيڪيولرزم، ٻيو آهي جاگيردار دشمني يا جاگيرداريت جو انت. هاڻ جيڪڏهن سيڪيولر محاذ تي پيِ پي جي موقف کي ڏسنداسين ته انتهائي ڪمزور آهي. روز بروز بنياد پرستي جي گهيري ۾ ڦاسندي وڃي ٿي ۽ سندس معاشي توڙي سياسي اندروني يا خارجي موقف مذهبي جماعتن جي دٻاءُ ۾ ڦرندو رهيو آهي.

1973ع جي آئين جنهن جي بحالي لاءِ پ پ پ ۽ سڀ جماعتون سر ڌڙ جي بازي لڳائڻ جون دعوائون ڪنديون رهيون آهن. ان جي شروعات ئي مذهبي لاڙي ۽ جنون سان ٿئي ٿي، جيڪو آئين مذهبي رياست جي لاءِ بنياد فراهم ڪري ٿو ان مان سيڪيولرزم جي توقع ڪيئن رکي سگهبي. جڏهن ته مذهبي رياست طور جيڪي ملڪ وجود

وٺندا آھن اتي مذھب کي بجاءِ عوام جي عقيدي ۽ فلاح بھبود جي عوام جي استحصال ۽ پنھنجي مخصوص مفادن لاءِ ھر حڪمران استعمال ڪندو آھي. نتيجي ۾ عام ماڻھو پنھنجي عقيدي ۽ مذھبي اصولن سان محبت ڪرڻ ۾ انتھا پسند رخ اختيار ڪندو آھي، جيڪا دين جي خدمت نہ پر دين کي تباھہ ڪرڻ جي برابر آھي. مذھبي رياست جو تصور ،جاگيرداري ۽ بادشاھي نظام جي سڃاڻپ آھي. جڏھن ڪان جاگيردار معاشري ۾ سرمائيداري ۽ سوشلزم ذاتي قوم جو رجحان وڌيو آھي تہ جمھوري ۽ انساني حقن جي احترام، آزادي ۽ خوشحالي جو تصور اڀريو آھي. پر اھا اسان جي بدنصيبي آھي تہ ويھين صدي جي پڇاڙي تي بہ اسين جاگيرداراڻي معاشري جي پنجوڙ ۾ ڦاٿل آھيون ۽ مذھب جي نالي ۾ ھر قسم جو استحصال ۽ جبر برداشت ڪريون ٿا. ڀٽو صاحب جي حڪومت ۾ ئي ملا ازم کي مضبوط بنايو ويو نتيجي ۾ قاديانين کي ڪافر قرار ڏيڻ، جمعي ڏينھن عام موڪل ڪرڻ اھو سڄو مُلان سياست جو دٻاءُ ھو.

ضياءُ ان تحريڪ کي مضبوط ۽ منظم ڪيو. ويندي بينظير صاحبہ بہ ان دٻاءُ کان آجي نہ رھي. ڪشمير کان وٺي افغانستان جي معاملي ۾ مسلسل ملان ازم ۽ بنياد پرستي جي لائين اختيار ڪيائين.

جاگيردارن ڏانھن بہ جيڪڏھن پ پ پ جو رويو ۽ موقف ڏسون تہ ڀٽو صاحب وچولي طبقي جي نمائندگي ڪندي سوشلسٽ معيشت جو نعرو ڪڍي آيو. پر جلد ئي ڀٽو صاحب فوجي ۽ سول ڪامورا شاھي ۽ بنياد پرستن جي گھيري ۾ ڦاسندي ساڳين جاگيردارن کي پ پ پ جون واڳون ڏئي ڇڏيون ۽ پ پ پ ڪن ٽن سالن ۾ سڄي پاڪستان جي جاگيردارن جي جماعت بڻجي ويئي. جيڪي ھر دور ۽ مشڪل وقت ۾ ھر طرح سان پ پ پ کان پنھنجا پراڻا انتقام وٺندا رھيا آھن. اھي جاگيردار پ پ پ جي مجبوري بنجي پيا آھن، جو پارٽي قيادت ڪروڙن ماڻھن جي حمايت ۽ پنيرائي کان پوءِ بہ ھر دفعي پارٽي

تڪيتون، وزارتون ۽ مشيريون جاگيردارن جي حوالي ڪندي رهي آهي ۽ ڪارڪن ويچارا پچيرو جي ڦيٽن جي نشان پويان ڊوڙندا، نعرا هڻندا سواءِ ٿائرن مان اڏرندڙ ڌوڙ ۽ ڌَڙَ جي ٻيو ڪجهه به حاصل نه ڪري سگهيا آهن. هاڻ ان تي سوچجي ته جاگيردارن کي ساڻ کڻي جاگيردارن خلاف ڪيئن ٿي جدوجهد ڪري سگهجي. جاگيردار، پارٽي حڪمن تحت پنهنجي مخصوص مفادن تان شرافت سان هٿ کڻي وڃن، اهو ناممڪن آهي، هونئن جاگيردار هڪٻئي خلاف ڪيترا وڙهيل هجن ۽ هڪٻئي شڪل ڏسڻ پسند نه ڪن پر جڏهن جاگيردار طبقي (Fudel Class) جي اجتماعي مفادن جو مسئلو ايندو ته ڪراچي کان اسلام آباد تائين سڀ پاڻ ۾ متحده هوندا. پيپلز پارٽي به ان جو بار بار شڪار ٿيندي رهي آهي.

اسين گذريل وقت کي ڇڏي صرف موجود سنڌ اسيمبلي ميمبرن جي گذريل 15 مهينن جو جائزو وٺنداسين ته اسان کي سنڌ ن جمهوريت پسندي، عوام دوستي ۽ قومي مفادن کي ترجيح ڏيڻ جي سوچ جو اندازو ٿي ويندو. بجاءِ پارٽي، عوام ۽ قوم جي مفادن لاءِ جدوجهد ڪرڻ جي هوَ ذاتي مفادن لاءِ پنهنجي ذهن، ضمير جو سودو ڪرڻ ۾ دير ئي ڪانه ٿا ڪن. سنڌ اندر جاگيردار ”سيٽ اپ“ قائم رکڻ وچولي طبقي جي سياست کي ڪچلڻ ۽ عوامي شعور کي ابڙڻ کان روڪڻ لاءِ هر قسم جا هٿ ڪنڊا استعمال ڪيا وڃن ٿا. هڪ طرف سرڪار سڌي طرح ڏنڊي سان ڪچلڻ جي ڪوشش ڪري ٿي، ته ٻئي طرف جمهوريت دوست، عوام کي نعري بازي ۽ خوشفهمين ۽ آسرن جا آفيم ڪارائي عوام کي سنڌ ن قوت استعمال ڪرڻ ۽ اڪثريتي عوام جي مفادن ۾ فيصلو ڪرڻ کان روڪين ٿا. انهن کي اندازو آهي، ته جڏهن هڪ دفعو هي شخصيت پرستي جو سحر ٽٽو ۽ عوام پنهنجي اجتماعي حقن ۽ قومي مفادن لاءِ رستن تي نڪري آمر قوتن کي للڪارڻ شروع ڪيو ته پوءِ اها جدوجهد سوبيا ماڻڻ تائين جاري رهندي. نتيجي ۾ هنن جو

ناهيل ڪاڪ محل ڍهي پوندو. ان لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪئي ٿي وڃي تہ عوام کي قسمت جو لکيو ٻڌائي مائو ڪيو وڃي، جنهن سان حڪمران بہ خوش ۽ حزب اختلاف بہ خوش ڇو تہ طبقاتي طرح ﭘنهي جو مفاد ساڳيو آهي.

جيڪڏهن گذريل 15-16 مهينن جي ڪارڪردگي ڏسجي تہ PPP حزب اختلاف ۾ رهندي چار حڪومت ۽ مرڪزي حڪومت خلاف صرف دانهون ڪوڪون ڪرڻ جي ﭘيو ڪوبہ مثبت ڪم نہ ڪيو آهي. نتيجي ۾ آمريت دوست قوتون وڌيڪ مضبوط ۽ منظم ٿي سنڌ جو قومي ۽ معاشي استحصال ڪرڻ ۾ پيش پيش رهيون ۽ سنڌي ماڻهو صدين کان ظلم جا ستايل بي وسي ۾ آهون پريندي رهجي ويا آهن. سنڌ جي لاءِ جيڪا ترقياتي رٿابندي ڪرڻ گهرجي اها PPP نہ پنهنجي اقتدار جي دور ۾ ڪري سگهي نہ ئي موجوده حزب اختلاف ۾. صرف بليڪ ميلنگ يا حڪمرانن سان ناهہ جا (Tactis) استعمال ڪندي سڄي قوم کي وڌيڪ پستي ۾ پهچايو آهي. عملي طرح PPP پاڻ کي سنڌي قوم جي حقيقي نمائندگي لاءِ نااهل ثابت ڪري ڏيکاريو آهي. جنهن پارٽي تي سنڌين مڪمل اعتماد جو اظهار ڪيو آهي. ان جي چونڊ جو معيار جاگيردار، ويڪائو ۽ نااهل ماڻهو آهن، جيڪي اڪثريت هوندي بہ اقليت ۾ بدلجي ويا.

چار جي مرڻ ڪان پوءِ بہ PPP جو ڪردار افسوسناڪ آهي. وري بہ جتوئي خاندان جي هڪ ناتجربيڪار فرد حوالي سنڌ کي پليٽ ۾ رکي پيش ڪرڻ جا حيلا ڪيا ۽ پر جتوئي خاندان راضي نہ ٿيو ۽ ڪيس (پ پ ڪي) چالاڪي سان اڪيلو ڪري آسرن ۾ رکي حڪومت سان ناهہ ڪري وزارتون وٺڻ جو اعلان ڪيو تڏهن PPP جي حالت قابل رحم هئي. حيرت آهي ايڏو ڪمزور اتحاد ناهيو ٿو وڃي جو اتحادي متحده گروپ جو ليڊر هوندي بہ سرڪاري ﭘئنچن تي ويهي ٿو ۽ وزارت وٺڻ جو اعلان ٿو ڪري ۽ PPP سواءِ شرم پرچائڻ جي ﭘيو ڪجهہ نہ

ڪري سگهي آهي. اهڙي حالت ۾ سنڌي ماڻهو PPP کي جمهوري جدوجهد جي سرواڻ يا سنڌي قوم جي نمائنده جماعت ڪيئن سمجهندا؟

اسان جي دانشور صاحبن جون به اکيون کلڻ گهرجن، جيڪي هر طرح سان پنهنجي علم ۽ ڏاهپ کي صرف سنڌ ۾ جاگيرداريت جي استحڪام لاءِ ڪتب آڻين پيا. جاگيرداري معيشت ۽ سماج ۾ سنڌي عوام سک جو ساهه کڻي، ڌاڙيلن جي آزار، رياستي ايجنسين جي تشدد ۽ بي روزگاري کان نجات ماڻي سگهي؟ اهو ناممڪن آهي. جيڪڏهن ائين چئجي ته PPP جاگيردارن جي بقاءَ جي جنگ ۾ مصروف آهي ۽ مظلو قومن ۽ مظلوم عوام جي غلامي جاري رکڻ ۽ جاگيردار حاڪميت برقرار رکڻ لاءِ جدوجهد ڪري رهي آهي ته غلط نه ٿيندو. اسان جي بقاءَ لاءِ ضروري آهي ته اسين ويڪائو، جاگيردار پرست ۽ خوشامدي قيادت مان جان آجي ڪري وچولي طبقي مان نئين قيادت پيدا ڪريون، جيڪا جرئتمندي سان سنڌي قوم جي قومي، ثقافتي ۽ معاشي آزادي توڙي ترقي لاءِ جدوجهد سان گڏوگڏ مظلوم عوام، مسڪين هارين ۽ پورهيتن جي حقيقي خوشحالي ۽ وقار لاءِ جدوجهد ڪري.

## نئون معاهدو ڪيئن هئڻ گهرجي؟

اسين بينظير صاحبه جي نئين سماجي معاهدي لاءِ هيٺيون رٿون شامل ڪرڻ مناسب سمجهون ٿا. جيئن سنڌي قوم جو ڪيس پيش ٿي سگهي.

1- سڀ کان پهرين ان ڳالهه جو اعلان ڪرڻ گهرجي ته 1973ع جو آئين ناڪافي ۽ غير منصفاڻو آهي. سنڌ جي قومپرستن ۽ بلوچن ان وقت ئي آئين تي سخت ردِعمل جو اظهار ڪيو هو. 1973ع جو آئين نه جمهوريت جي مضبوطي لاءِ ڪردار ڪري سگهيو نه ملڪ ۾ مارشلائن کي روڪي سگهيو، نه بنياد پرستي جي جنون روڪڻ ۾ مددگار ثابت ٿيو، نه ئي پاڪستان ۾ رهندڙ قومن جي سڃاڻپ، بقا ۽ سندن وچ ۾

پائيپي ۽ رواداري پيدا ڪري سگهيو. اُلٽو قومي جبر ۽ استحصال ۾ واڌاري ۽ مظلوم قومن کي ختم ڪرڻ جو بنياد بنجي رهيو آهي.

ان لاءِ ضرورت ان ڳالهه جي آهي تہ نئين آئين جو بنياد سيڪيولرزم تي رکيو وڃي. جنهن ۾ مذهب، رنگ، نسل، جنس جو فرق ختم ڪري انساني احترام آئين جو بنياد قرار ڏنو وڃي.

جيئن ماڻهن مان عدم تحفظ جو احساس ختم ٿي سگهي. مذهبي وحشانيت ۽ بنياد پرستي جي واڳون کي عوام کي ڳڙڪائڻ کان روڪي سگهجي.

2- پاڪستان جي هڪ قومي ملڪ واري تصور کي رد ڪيو وڃي. نظريہ پاڪستان جو بنياد 1940ع جي قرارداد کي بنايو وڃي. پاڪستان ۾ رهندر سنڌي، بلوچ، سرائڪي، پنجابي ۽ پشتون کي قومون تصور ڪيو وڃي. سنڌ، پنجاب، بلوچستان، سرائڪستان، پشتون خواه کي قومي آزادي ۽ خودمختيار رياستن جو اتحاد يا الحاق قرار ڏنو وڃي.

3- پاڪستان ۾ اسان سان لفظن جي ويڙهه ۽ چالاڪي ڪئي ٿي وڃي جنهن ۾ قومن کي (Nation) بجاءِ برادريون (Comunity) چيو ٿو وڃي. جيئن ڪنهن قوم اندر ميمڻ، خواجہ، مڱسي، بلوچ، سماٽ مختلف ذاتيون هجن انهن کي (Comunities) برادريون چيو ويندو آهي. ان ڪري بينظير صاحبہ کي صلاح ڏيندس تہ هوءَ سنڌي ۽ ٻين قومن لاءِ (Nation) "قوم جو تحفظ" وارو اصطلاح استعمال ڪري.

4- سنڌ يا ٻين رياستن کي (Unit) وحدت يا (Province) صوبا چيو ۽ لکيو ٿو وڃي. جڏهن تہ انهن سڀني رياستن کي پنهنجو پنهنجو تاريخي پس منظر آهي. جيڪي سوين هزارين سال آزاد ۽ خود مختياري رياست يا ملڪ جي حيثيت ۾ رهيون آهن. ان ڪري اسين چاهيون ٿا تہ اسان کي (Unit) وحدت يا صوبو لکڻ بجاءِ (National states) قومي رياستون لکيو وڃي. پنجن ئي قومن جي آزاد ۽ خودمختيار حيثيت

تسليم ڪري سنڌي ٻولي کي علاقائي (Regional Language) ٻولي بدران قومي ٻولي جو درجو ڏنو وڃي. رياستن کي وڌ کان وڌ آزادي ۽ خودمختياري ڏني وڃي، جيئن هو پنهنجي مرضي سان پنهنجي عوام جي مفادن ۽ قومي روايتن جي روشني ۾ پاليسيون جوڙي معاشي نظام قائم ڪن.

5- مرڪز پاران ڪنهن به ناانصافي ۽ اڳرائي جي صورت ۾ هر رياست کي حق هئڻ گهرجي ته هوُ هن اتحاد کان علحدگي اختيار ڪري پنهنجيٰ آزاد حيثيت جو اعلان ڪري جيئن سابق سوويت يونين ۽ موجوده ڪامن ويلٿ ۾ رياستن وچ ۾ معاهدو ٿيل آهي.

باقي جيڪڏهن صرف لفظن جي جادوگري ڪندي پاڪستان جي موجوده جبري جوڙجڪ کي برقرار رکي قومن مٿان ڪوبه نظام ۽ آئين لاڳو ڪيو ويندو ته پوءِ هتي به يوگوسلاويه جي حالت کان مختلف حالت نه ٿيندي.

6- آئين ۾ مستقل طور تي پارليامينٽ، سينيٽ صدر ۽ وزير اعظم جي اختيارن ۾ توازن ۽ فوج جي حيثيت جو تعين ڪرڻ ضروري آهي.

ان لاءِ موجوده فوجي ادارو ٽوڙي سيني پنجن رياستن مان هڪ جيتري تعداد ۾ فوج کنئي وڃي ۽ برابري، باهمي احترام ۽ يڪجهتي جي بنياد تي فوجي جوڙجڪ ڪئي وڃي. جيئن فوجي اڳرائي، مارشلا جي دڙڪن ۽ جمهوريت لاءِ غير يقيني صورتحال جو هميشه لاءِ خاتمو آڻي سگهجي.

ان لاءِ اسين صلاح ڏينداسين ته بينظير صاحب کي متناسب نمائندگي يا موجوده جوڙجڪ ۾ چونڊن جو مطالبو ڪرڻ جي بدران نئين آئين ساز اسيمبلي جي چونڊ جو مطالبو ڪرڻ گهرجي. جيڪا اسيمبلي وجود ۾ اچي نئون آئين ٺاهي ۽ ان بنياد تي ملڪي ڍانچي جي نئين سر جوڙجڪ ڪئي وڃي.

سيني قومن جي رضامندي ۽ متفقه طريقي سان برابري جي بنياد

تي آئين ساز اسيمبلي جي چونڊ ڪرائي وڃي.

نہ تہ اسين.سنڌي ماڻهو اهو سمجهڻ ۾ حق بجانب هونداسين تہ بينظير ڀٽو جي نئين معاهدي جي ڳالهہ بہ صرف حڪمرانن سان سودي بازي ڪرڻ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ ناهي تہ جيئن هوءَ اقتدار ماڻي سگهي. موجوده جوڙجڪ ۾ وڏيڪ رهڻ جو مقصد سموري سنڌي قوم کي ڳچي ۾ ڦاهو وجهي غلاميءَ جي ڏٻڻ ۾ ڌڪي هميشه لاءِ نيست و نابود ڪرڻ جي برابر آهي. ان لاءِ اميد ڪريون ٿا تہ بينظير صاحبہ نئين آئين ۽ نئين معاهدي جي ڳالهہ تي تفصيلي موقف عوام اندر لاهي غلط فهمين ۽ خوشفهمين جو خاتمو آڻيندي.

7-3-1992

**ڊاڪٽر قادر مگسي**

لانڍي جيل، ڪراچي

# فوجي آپريشن ۽ سنڌ

سنڌ ۾ مئي 1992ع کان جيڪو فوجي آپريشن شروع ڪيو ويو آهي، ٽن مهينا گذرڻ کان پوءِ به حڪمران آپريشن جو مقصد ۽ انجام آخري حد تائين واضح نہ ڪري سگهيا آهن. ڇو تہ آپريشن جو مقصد ۽ خيال خود حڪمرانن جي ذهن ۾ واضح ۽ چٽو نہ آهي. ان ڪري هر حڪمران طبقي جو ماڻهو پنهنجي پنهنجي نقطہ نظر سان وضاحت ڪندو رهيو آهي، جنهن وڏيڪ عوام کي مونجهارن ۾ مبتلا ڪيو آهي. پر آپريشن متعلق سنڌي سياستدانن، دانشورن ۽ صحافين جي گهڻائي طرفان بغير سمجهہ سوچ جي حمايت ڪرڻ ۽ ڪلي عام پليڪار ڪرڻ، قابل حيرت ڳالهہ آهي. ممڪن آهي ان جو سبب سنڌ جون موجوده سياسي، سماجي ۽ معاشي حالتون هجن ۽ جهڙي طرح عام ماڻهو ذهني ۽ نفسياتي طرح مفلوج ۽ معاشي طور بدحال ٿي چڪو آهي. ان ڪري ان جي نظر ۽ نگاهہ، صرف مخصوص مقصد تائين محدود رهجي وئي آهي. تہ هر صورت ۾ هن بدترين بدامني، بک، بيروزگاري، لٽ ڦر، ڄالت ۽ غير يقيني جي صورتحال مان نجات ماڻڻ گهرجي شايد حالتن جي سنگيني سنڌي نمائندن (چاهي سياسي هجن يا ادبي هجن، صحافتي توڙي ڏاهن دانشورن جو لڏو هجي) کان دوارنديشي کسي ورتي آهي ۽ انهن عارضي مفادن ۽ تنگ نظري جو شڪار ٿي آپريشن لاءِ لاڏ ۽ ڪوڏ مان ڳيچ ڳائڻ شروع ڪيا آهن. سواءِ چند فردن ۽ سياسي تنظيمن جي جن مشڪل وقت ۾ بہ پنهنجو ذهن ۽ ضمير سجاڳ ۽ زنده رکيو آهي.

حڪمرانن ۽ آپريشن اختياري وارن طرفان ظاهر ۾ تہ نعرو اهو

هنيو ويو آهي تہ هي آپريشن ڌوهاري، ڌاڙيل، دهشتگرد، سماج دشمن، ملڪ دشمن ماڻهن خلاف آهي، پر ان ۾ مفهوم ۽ مقصد تمام مبهم آهي. ڌاڙيلن مان مفهوم واضح ٿي ٿو وڃي تہ ڌاڙيل ڪير آهن؟ باقي دهشتگردن، سماج دشمن ۽ ملڪ دشمن ماڻهن جي وصف ڪهڙي آهي؟ ڪهڙا ماڻهو هنن جي نظر ۾ دهشتگرد آهن ۽ ڪهڙا پرامن؟ ڪير ملڪ دشمن آهي ۽ ڪير ملڪ جو سڄڻ؟ ڪير سماج سڌار آهي ۽ ڪير سماج دشمن؟

هن ملڪ ۾ اڄ تائين 45 سال گذرڻ کان پوءِ بہ هتان جا حڪمران ۽ قانون ساز ادارا هن ملڪ جا نظرياتي بنياد بہ واضح طور مقرر نہ ڪري سگهيا آهن. ڪنهن بہ مسئلي تي واضح ۽ چٽو موقف ظاهر ڪرڻ انهن جي وس کان ٻاهر آهي. جو تہ سڄو وقت ملڪ کي ايڊهاڪ ۽ نظريہ ضرورت جي بنياد تي هلائيندا رهيا آهن. انهيءَ نظريہ ضرورت موجب جيڪو ماڻهو حڪمرانن جي مفادن ۾ آهي تہ اهو محب وطن ۽ اسلامي آهي، ۽ جيڪو حڪمرانن جي مفادن ۽ مرضي خلاف آهي تہ اهو سماج دشمن، دهشتگرد ۽ ملڪ دشمن بنجي پوندو آهي.

1948ع کان "بنگال ۾ ٻولي جي مسئلي کان وٺي" موجوده سنڌ آپريشن تائين حڪمرانن جا رويہ مبهم، ۽ مخصوص مفادن تحت ڦرندا گهرندا رهيا آهن.

غفار خان کان وٺي سائين جي ايم سيد تائين بابت حڪمرانن جا رويہ هر دور ۽ هر وقت ۾ ڦرندا رهيا آهن. ڪڏهن اهي ماڻهو محب وطن بنجي ٿا پون تہ ڪڏهن ملڪ دشمن. اهڙي طرح هر وقت جي حڪمرانن انهن مبهم غير واضح لفظن کي هميشه ملڪ جي محب وطن، مخلص، جمهوريت پسند، ترقي پسند ۽ قومپرستن اڳواڻن، تنظيمن ۽ عام ماڻهن خلاف استعمال ڪندي پنهنجي مخصوص مفادن کي محفوظ ڪرڻ جا جتن ڪندا رهيا آهن. فيصلو اڃا اڳتي ٿيڻو آهي، تہ هن ڏکي نفسياتي ويڙهہ ۾ فاتح هتان جون مظلوم قومون ۽ جمهوريت

پسند، ترقي پسند، قوم پرست اڳواڻ ٽين ٽا يا ھي غاصبيت ۽ آمريت جا پيروڪار.

ان پسمنظر ۾ آپريشن کي مختلف ٽن رخن کان دوررانديشي سان ڏسڻ جي گھرج آھي.

1- سنڌ جو سياسي، معاشي ۽ سماجي جوڙجڪ جو رُخ.

2- عالمي پس منظر ۾ نئين سر جوڙجڪ جو رُخ.

3- اسلام آباد جي حڪمرانن جي اندروني ويڙھ.

## 1- سنڌ جي سياسي، سماجي معاشي جوڙجڪ جو رُخ

اھا ڳالھ سيني حلقن کي قبول ڪرڻي پوندي تہ سنڌ کي موجوده ٿوري عرصي ۾ جھڙي طرح سياسي، سماجي ۽ معاشي طرح بدحال بنائي اخلاقي روايتي قدرن ۽ ثقافت کي نيست و نابود ڪيو ويو آھي، ان جو مثال ملڻ مشڪل آھي. سنڌي ماڻھو تاريخي پس منظر ۾ سادا، محبتي، مھان نواز، مذھبي، نسلي ڪٽرپڻي کان آزاد رھيو آھي، انسان تہ انسان پر جيت جڻن جي زندگي سان محبت ڪندڙ، باغيرت، خوددار، ڏک سک ۾ نڀائڻ وارو، پنھنجون خوشيون پين ۾ ورھائڻ وارو ۽ پرائي خوشين ۾ خوش ٿيڻ وارو رھيو آھي، حب الوطني جي لازوال داستانن ۽ ثقافتي ورثي سان مالا مال سنڌي قوم ۽ سنڌ کي جھڙي طرح 1947ع کان وٺي ھن مھل تائين سودي بازي ۽ مڪروه سازشن جو مرڪز بنائي سرزمين سنڌ کي جنگ، قتل و غارتگري جي اونھي کُن ۾ ڦِٽو ڪيو ويو آھي. ان کي ڪنھن بہ اتان ڪڍڻ ۽ پنھنجي روايتن جي بحالي لاءِ ڪڏھن بہ ڪوشش نہ ڪئي آھي. جڏھن تہ حڪمرانن 1977ع کان پوءِ سنڌ کي رٿابندي سان ويران ۽ برباد ڪرڻ جي شروعات ڪري ڏني آھي.

ڀٽي صاحب جي دورِ اقتدار کان اڳ سنڌ ۾ ون يونٽ خلاف قومي تحريڪ سان گڏوگڏ بنگلاديش جي قومي آزادي جي ھلچل سنڌي عوام جي شعوري سگھہ ۽ ادراڪ ۾ ڪافي اضافو آندو، ان کان

پوءِ ڀٽي صاحب جي دور حڪومت ۾ سياست کي حڪمرانن جي ايوانن مان ڪڍي عوام اندر ڪٽي وڃڻ، تعليم عام ڪرڻ ۽ عام ماڻهو جي نفس ۽ وقار جي بحالي وارن عملن ملڪ جي سموري عوام خصوصاً سنڌين جي سياسي شعور ۾ اضافو آندو. انهيءَ سجاڳي ۽ حب الوطني جا ڪِرڻا سنڌي نوجوانن جي ذهن ۾ مچ ٻارڻ لڳا. پر ڀٽي صاحب کي بيگناهه ڦاسي ڏيڻ، اقتدار تي زبردستي فوج طرفان قبضو ڪري ويهڻ ۽ مسلسل سنڌ کي سيڪت ڏيڻ جي روش اختيار ڪرڻ سبب سنڌ جي سواءِ مخصوص خوشامدي حلقن يا ديسي دلالن جي عام ماڻهو کي معاشي ڊوڙ ۾ بلڪل پوئتي ڌڪيو ويو. تعليمي ادارن جي تقدس جي پائمالي ۽ تعليمي معيار کي ڪيرائي نوجوانن جي وات ۾ جذباتي نعرا ۽ هٿن ۾ هٿيار ڏنا ويا. گڏوگڏ پڙهيل ڳڙهيل نوجوانن جون ڪيپون سون، ۽ هزارن ۾ نڪرنديون هاڻ لکن ۾ پهتيون آهن، جيڪي خالص هيٺين ۽ وچولي طبقي سان وابسته آهن، جيڪي ڪنهن به سفارش نه هئڻ ڪري بيروزگاري سبب يا ته ذهني مريض بنجي چڪا آهن يا سماجي ناانصافين جو بدلو وٺڻ لاءِ انتقامي روش ۾ موالي، ڌوهاري ۽ ڀاڙيتو بنجي پنهنجي پيٽ ۽ ضرورتن جو پورائو ڪرڻ لاءِ جتن ڪندا رهيا آهن. ٻئي طرف سنڌ جي ڀهراڙين کي هٿراڏو شورائي وڏيرن، پوليس، مقامي واپارين ۽ صنعتڪارن هٿان تين وال ڪرائي عام ماڻهو جي زندگي جنجال بنائي ڇڏي آهي. نتيجي ۾ احساس محرومي، عدم تحفظ جو احساس، ملڪي مسئلن کان لاتعلقي، عدم دلچسپي، مفاد پرستي، ڪاوڙ، هٺ ڌرمي ۽ ڌوهاري ذهنيت جنم ورتو، جنهن کي هتان جا حڪمران تمام رٿابندي سان نپائيندا ۽ پاليندا آيا آهن. جنهن جو نتيجو اڄ جي سنگين ترين بدحالي ۽ اخلاقي ڏيوالپڻي جي صورت ۾ ظاهر ٿيو آهي.

1983ع کان مسلسل فوجين جي يلغار ۽ ڪاهن رهيل سهيل ڪسر به پوري ڪري ڇڏي جو سنڌين کي پنهنجي وجود جي ضمانت ۽ مستقبل به غير محفوظ ٿيڻ لڳو آهي.

هاڻ جيڪڏهن اسين مٿين صورتحال ۽ جائزي کي ميجون ٿا ته پوءِ اسان کي سوچڻو پوندو ته هن کان اڳ حڪمرانن کي ڌ اڙيلن خلاف آپريشن ڪري سندن خاتمو آڻڻ جي گهرج محسوس ڇو نه ٿي؟ جڏهن عام سنڌي ماڻهو جي نه عزت محفوظ هئي، نه مال، ۽ گهر محفوظ هئا. جڏهن ٽولن جا ٽولا، سوين ۽ هزارين ڌاڙيل ڪلاشنڪوف کان وٺي راڪيٽ لانچر سان مسلح ٿي سنڌ جي هر شريف ۽ عزتدار ماڻهو خاص طور وچولي ۽ هيٺين وچولي طبقي (جنهن ۾ ماستر ۽ ننڍڙن آبادگارن ٿائين) جو جيئڻ حرام ڪري ڇڏيو. جڏهن اجتماعي زنائن جا واقعا ۽ ڳوٺن تي راڪيٽن جا حملا مسلسل 4 سالن کان ٿيندا رهيا، تڏهن ڪنهن به فوجي جرنيل ۽ اسلام آباد جي حڪمرانن کي رحم ڇو نه آيو؟ ڪٿي ميجي ته سنڌين جي زندگين سان انهن کي ڪابه دلچسپي ڪانهي پر جڏهن غير ملڪي اغوا ٿيڻ لڳا ۽ شهرن مان صنعتڪار اغوا ٿيڻ شروع ٿيا ان وقت به آپريشن نه ڪيو ويو. ۽ اڄ 1992ع ۾ هنن کي آپريشن ڪرڻ جي گهرج ڇو محسوس ٿي آهي؟ ان جو مقصد واضح ۽ صاف سمجهڻ گهرجي ته هي صرف اسان سنڌين کي ۽ سنڌ کي ڌاڙيلن کان نجات ڏيارڻ ڪونه آيا آهن پر سندن ٻيا به سياسي ۽ معاشي مفاد آهن. انهن تي پوءِ روشني وجهون ٿا.

جيڪڏهن دهشتگردن جي خاتمي جي پاسي کي ڏسون ٿا ته سنڌ ۾ منظم ۽ باقاعده دهشتگردي 1986ع کان پوءِ شروع ڪئي وئي آهي. ان کان اڳ ايڪڙ ٻيڪڙ واقعا ڪٿي ڪٿي پيش آيا آهن يا ملڪ جي ٻين علائقن پنجاب ۽ پشاور ۾ وڏيڪ تخريبڪاري جا واقعا ٿيا آهن.

1986ع ۾ جڏهن ايم ڪيو ايم نالي مهاجر چوائينڊڙ غنڊن جي تنظيم کي جنم ڏنو ويو يا خاص مقصدن لاءِ ٺاهي وئي هئي؟ جنهن جو هاڻ ڪوبه راز، راز نه رهيو آهي ته هن کي ڪنهن ٺاهيو؟ ۽ ڇو ٺاهي وئي هئي؟ ان تنظيم جي وجود پوڻ کان پوءِ سنڌ ۾ منظم دهشتگردي

۽ شهرن ۾ قتلِ و غارت گري جو سلسلو شروع ٿيو آهي جيڪو اڄ تائين هلندڙ آهي. هزارين بيگناهه نوجوان ۽ ماڻهو ماريا ويا آهن. هزارين نياڻين جون بي حرمتيون ۽ عصمت دريون ڪيون ويون آهن. لکين ماڻهو پنهنجي ابن ڏاڏن جي علائقن مان بي گهر ڪيا ويا آهن، جڏهن هي دهشتگردي منظم طريقي سان بي گناهه ماڻهن جا قتل ڪري رهي هئي ۽ پي - پي- آءِ جهڙيون تنظيمون وجود ۾ اچي رهيون هيون. جڏهن سڄي سنڌ ۾ لاشن جا تحفا وڃي رهيا هئا. شهرن ۾ بم ڦاٽڻ معمول بنجي چڪو هو. ان وقت دهشتگردي خلاف آپريشن ڇو نه ڪيو ويو؟ ڇا سرڪار پاڻ دهشتگردي ڪري ۽ ڪرائي رهي هئي؟ جو سڀ ڪجهه کيس نظر نٿي آيو. اڄ هنن کي ايم ڪيو ايم جا دهشتگرد ۽ ٽارچر سيل نظر آيا آهن. اربين روپين جي لٽ ڦر ۽ هزارين نياڻين جي عصمت دري جا داستان ياد پيا آهن انهن ۾ به ڪٿي آهن، سنڌي نياڻين جون آهون؟ ڪٿي آهن بيگناهه سنڌي ماريلن جون فريادون؟ ڪٿي آهن اربين روپين جا دڪان، گهر، واپار ڦرائيندڙ سنڌين جون دانهون؟ صرف چند ماڻهو ڏيکاري پنهنجا ناٽڪ ٿاهي هڪبئي کي ڏند ڏيکاري رهيا آهن. مان چاهيان ٿو ته هن سڄي پس منظر کي سمجهڻ لاءِ پاڻ کي ايم ڪيو ايم متعلق ڄاڻڻ گهرجي.

مان ايم ڪيو ايم جي پس منظر کي 1983ع جي قومي تحريڪ جي پس منظر ۾ ڏسان ٿو. ايم آر ڊي ۾ جڏهن سنڌي ماڻهو بهادري سان ميدان تي ملهايو. سڄي دنيا اندر سنڌي قوم جو پڙاڏو ٻڌڻ ۾ آيو ۽ جنهن انداز سان سنڌي ماڻهو بي خوفي، بهادري ۽ خودرو طور تي مقتل ڏانهن ويندي به ثابت قدم رهيا، اها ڳالهه هتان جي حڪمرانن لاءِ پريشاني جو باعث بڻي. ڇو ته انهن جي قوم ۽ ڌرتي متعلق سوچ اها هئي ته هو صرف لانگ مارچ ڪندا تڏهن به سڄي سنڌ کي فتح ڪري وٺندا ۽ سنڌي ماڻهو معاشي طرح هوئڻ به ايترو بدحال ۽ سماجي چڪرن ۾ ايڏو گهيريل آهي جو قومي ۽ سياسي مسئلن ڏانهن دلچسپي

ونڻ يا ڪو ڪردار ادا ڪرڻ کان قاصر آهي پر جڏهن هنن 1983ع ۾ ڏنو تڏهن هنن مختلف هٿيار تِڪا ڪيا، مختلف طريقا ڪتب آندا، جيڪي مڪمل طور تي سنڌ سميت ملڪ جي حڪمرانن لاءِ به خود چيلينج بڻيا آهن. مثلاً هڪ ته هنن ملڪ ۾ چونڊن جو ڊونگ رچايو. 1985ع جون نام نهاد چونڊون جن ۾ محمد خان جوڻيجو جهڙو ماڻهو وزير اعظم بنائڻ سو به ڪانئن هضم نه ٿيو ڪيس اڌ ۾ ئي واپس گهر موڪليو ويو.

سنڌ ۾ رعايت يافته طبقو پيدا ڪيو ويو. جن کي بي- ڊي ادارن (يونين ڪائونسل کان وٺي ضلعي ڪائونسل تائين) رعايتن ذريعي ڪرپٽ بنايو ويو ۽ سنڌي سماج کي تباهه ڪرڻ لاءِ انهن کي ايڏو بااختيار بنايو ويو جو هو عوام جي جان مال ۽ عزت کي پنهنجي جاگير سمجهي لتيندا رهيا. نتيجي ۾ لوفر غنډه ۽ ڊاڙيل ڪلچر کي پالي تاتي وڏو ڪيو ويو.

ٽيون انهن ايجنسين جو چار ويچائي خاص طور سنڌ جي محب وطن استادن، دانشورن، شاگردن، ۽ ٻين حلقن کي پريشان ڪرڻ سان گڏوگڏ سنڌ ۾ چمچاخور ڪرائي جا قاتل پيدا ڪرڻ ۽ سياسي، سماجي توڙي معاشي رٿابندين ۾ ايجنسين جو بي انتها دخل سبب سخت بحران پيدا ٿي پيو.

چوٿين جيڪا سڀ کان خطرناڪ سازش رِٿي وئي اُها اها هئي ته سنڌ تي سنڌي قوم جي جيڪا تاريخي دعوٰي رهي آهي ته سنڌ صرف سنڌين جي آهي. جنهن جو عملي اظهار 1983ع جي تحريڪ ۾ ٿي چڪو هو، حڪمرانن انهي دعوٰي ۽ تاريخي حق کي ختم ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾ رهندڙ ٻين لساني گروپن کي اُياري منظم ڪري ڪين هٿيار، پئسو ۽ حڪمرانن جي پٺيرائي ڏيئي منظر عام تي آندو ويو. جيئن سنڌ اندر سڄي دنيا ۾ اهو محسوس ڪرايو وڃي ته سنڌ صرف سنڌين جي ڪانهي پر سنڌ ۾ ٻيا طاقتور گروپ، ٻي ٻولي ڳالهائيندڙ قوميتون ۽

ڪميونٽون بہ رهن ٿيون، جيڪي سنڌين کان بہ وڌيڪ طاقتور آهن ۽ سنڌ جي سياست ۽ معيشيت تي قابض آهن. ان سلسلي ۾ هتي ڪراچي ۾ رهندڙ بلوچن ۾ بلوچ اتحاد تحريڪ، پشتون ۽ پنجابين ۾ پختون پنجابي اتحاد ۽ اردو ڳالهائيندڙن ۾ هتي رٿابندي سان مختلف تي گروپ جوڙيا، جن سيني جو مقصد هڪ ئي هو تہ سنڌ ۽ سنڌ جي قومي وجود کي ٻولي ۽ زبان جي بنياد تي ورهائي حصا ڪجي. سنڌ جي ٻهراڙين ۾ جيڪو تاريخي پروسيز (Process) عمل ۾ اچي رهيو هيو جنهن ۾ اردو ۽ پنجابي ڳالهائيندڙ سنڌ جي ثقافت ۽ قومي ڌارا ۾ ضم ٿي رهيو هو، ان عمل کي روڪي نفرتن کي وڌائي انهن گروپن کي هڪ ٻئي خلاف اٿاري ڪڙو ڪيو ويو. جڏهن تہ بلوچ سوين سال اڳ سنڌ جي قومي قالب ۾ جذب ٿي سنڌي بنجي چڪا آهن پوءِ پلي گهرن ۾ بروچڪي ۽ سرائڪي ڳالهائيندا هجن. ساڳي طرح بدين، ٿرپارڪر، سانگهڙ ۽ نوابشاه جي ٻهراڙين ۾ بہ پنجابي تيزي سان سنڌي قوم ۾ ضم ٿي ان جو حصو بنجي چڪا هئا. اردو ڳالهائيندڙ 1972ع کان پوءِ لساني ٻاهم ٽڏي ٿيڻ سبب 80 جي ڏهاڪي ۾ گهٽ ۾ گهٽ سکر ۽ حيدرآباد جي سطح تائين سنڌي سماج ۾ ضم ٿيڻ ڏانهن وڌي رهيا هئا، پر حڪمرانن مهاجر نالي تي تنظيمن کي جوڙي هن سڄي تاريخي عمل کي روڪي سنڌ کي دهشتگردي، تخريبڪاري ۽ قتل و غارتگري جو مرڪز بنائي ڇڏيو.

هتي مهاجر حلقي مان تي پهلوان تيار ڪري سيني کي علحده Theory ڏيئي مختلف ڍنگن سان ميدان تي لاٿو عام اردو ڳالهائيندڙن جي همدردي حاصل ڪري، جيڪو طاقتور ٿيندو ان کي واڳ ڏيڻ جو وچن ڪيو ويو.

سڀ کان پهرين آفاق شاهد کي ميدان ۾ آندو ويو، جنهن جي شروعات ”بهارين کي پاڪستان آڻيو“ جي نعري سان ڪئي وئي، پڙهندڙن کي جيڪڏهن ياد هوندو تہ آفاق شاهد بهارين کي گهرائڻ لاءِ

مسلسل بڪ هڙتالون ڪندو رهيو، پر ان کي سواءِ ڪجهه حلقن جي همدردي جي وڏي سياسي پذيرائي نہ ملي، پر حڪمرانن محسوس ڪيو تہ بهاري اِشو (Issue) عام مهاجر لاءِ جذباتي حيثيت رکي ٿو ان ڪري اهو مسئلو هر ڏر پنهنجي دڪانداري چمڪائڻ لاءِ ڪتب آندو.

ٻيو ڏڙو ڊاڪٽر سليم حيدر جي اڳواڻي ۾ مهاجر اتحاد تحريڪ جو هو. جنهن سنڌ تي مالڪاڻي دعوي ڪئي. سنڌين کي سنڌ ۾ اقليتي آبادي قرار ڏيئي مهاجر اسٽيٽ قرار ڏيڻ جو مطالبو ڪيو. گڏوگڏ مهاجر ديش وجود ۾ آڻڻ جو کلي عام نعرو ڏنو. پر ان وقت عام اردو ڳالهائيندڙ توڙي اردو دانشور ان نعري کي اهميت نہ ڏني.

ٽيون ڏڙو الطاف حسين جي اڳواڻي ۾ ميدان تي لاٿو ويو، جنهن مٿين ٻنهي دڙن جي سياست ۽ عام اردو ڳالهائيندڙن جي نفسيات جو جائزو وٺندي حڪمت عملي تبديل ڪئي، پر مقصد ساڳيا هئا. گڏوگڏ وڏي پورائي سان اسان جي سنڌي اڳواڻن ۽ جاهل سياسي ڪارڪن کيس ڀاڪر پائي اجرڪون ۽ ٽوپيون پهرايون.

ڳالهہ ساڳي مهاجر قوميت جي ڪندو رهيو، پر انداز چالاڪي جو اختيار ڪيائين تہ سنڌي اسان جا ڀائر آهن، ”مهاجر سنڌي ڀائي ڀائي، يہ تيسري قوم کهان سي آئي“ جا نعرا هڻي اسان کي بيوقوف بڻائيندو ۽ عام اردو ۽ مهاجرن کي ويجهو آڻيندو ويو. کلي عام سائين جي ايم سيد سان ملڻ ۽ قومپرستن سان گڏجي جدوجهد ڪرڻ جون قراردادون پاس ڪرائيندو رهيو. جڏهن ڪراچي کان وٺي ڪشمور تائين اردو ڳالهائيندڙن محسوس تہ هي تنظيم ڪين حقيقي سياست ڏانهن وٺي وڃڻ گهري ٿي، جيڪو اهي چاهن بہ پيا تہ سنڌي ۽ اردو آبادي ضم ٿي گڏجي جدوجهد ڪن تہ اهي شامل ٿيندا ويا. پوءِ ڊونگ رچائي ڪراچي ۾ پٺاڻ ۽ پنجابين سان جهيڙا شروع ڪري اردو آبادي کي خوف ۾ مبتلا ڪري کلي عام هٿيار وٺڻ جي تلقين ڪندو رهيو ۽ حڪمرانن ۽ ايجنسين طرفان مليل هٿيار ماڻهن ۾ ورهائي ڪائن تحفظ

جي نالي ۾ لکين ڪروڙين روپيہ چندو وٺي پئسہ گڏ ڪري وڏيڪ مسلح بنجي ويا. جڏھن حڪمرانن وٽ ثابت ڪري ويا تہ ھي سيني مھاجرن جا نمائنده ٿي چڪا آھن ۽ عام اردو ڳالھائيندڙ کي بہ مھاجر نعري جي سحر ۾ يرغمال بنايو ويو آھي تہ پوءِ 1988ع کان ھنن کي اصلي ڪم سونپيو ويو تہ سنڌ ۾ سنڌين جي نسل ڪشي ڪري ڪين حڪمرانن سان بغاوت، سنڌ سان حب الوطني ۽ جمھوريت پسندي جي سزا ڏني وڃي.

1988ع کان ھن رٿابندي سان جيڪي ڪجھہ ڪيو آھي اھو سيني جي سامھون کليل ڪتاب وانگر آھي. سنڌ جو ڪھڙو علائقو آھي جتي سنڌين جا لاش نہ پھتا آھن. ھزارين نياڻين جي عصمت دري ۽ جسمن تي ايم ڪيو ايم جي ٽپن جا نشان ھٽي انھن جي سڄي زندگي کي ويران بنايو ويو ۽ پوءِ جڏھن سنڌ جي باضمير، باغيرت ۽ جرئتمند ماڻھن طرفان ايم ڪيو ايم جي دھشتگردي جي مزاحمت ڪئي وئي تہ ايم ڪيو ايم ۽ ساڻس لاڳاپيل سيني حلقن ۽ سندن خالقن باھہ ٻاري ڏني تہ مظلوم مھاجرن جو قتل عام ٿئي پيو، سنڌي دھشتگرد بي گناھہ مھاجرن کي قتل ڪري رھيا آھن وغيره وغيره. پروپيگنڊا جو اھڙو طوفان مچايو ويو جو اسان جا پنھنجا سنڌي سڄڻ بہ ان طوفاني پروپيگنڊا ۽ زرد صحافت جو شڪار بنجي ويا. بجاءِ سنڌين جي تحفظ ۽ مھاجر دھشتگردن خلاف مزاحمتي جنگ جي حمايت جي، ھو پنھنجن جي مذمت ڪندي سنڌين جو تحفظ ڪندڙ نوجوانن کي دھشتگرد سڏڻ لڳا ۽ انھن کي ايجنسين جي پيداوار يا ايجنسين جو پيچ لتڪائو سمجھي سنڌ جي ادبين، دانشورن ۽ بزدل سياسي رھنمائن باقاعده مزاحمتي جنگ جي مخالفت ڪئي. ان ايم ڪيو ايم دھشتگردن خلاف مزاحمتي جنگ سبب سنڌ جي شھري ماڻھن ۾ جيڪو تحفظ جو احساس پيدا ٿيو ۽ جيڪي ماڻھو عزتن ۽ ملڪيتن جي پائمالي ۽ لٽ ڦر جي خوف کان پنھنجي اباڻن جا صدين کان آباد ڪک، گھر ۽ علائقا

خالي ڪري رهيا هئا. انهن ۾ خود اعتمادي ۽ پنهنجو تحفظ پاڻ ڪرڻ جو حوصلو پيدا ٿيو، نتيجي ۾ مهاجر دهشتگردي کي ڪجهه پنجو ضرور آيو. پر پنهنجن نادان سڄڻن جي مخالفت ۽ مزاحمت سنڌين کي بيحال، ڪمزور ۽ بيوس بنائي مجبور ڪيو ۽ آخر سنڌي ماڻهو جياپي جي جنگ ۾ اڪيلا بنجي پنهنجي رهبرن جي رهزني ڏسي اچي پناهه گير ڪئمپن ۾ ڪِريا. اڄ سڄو قاسم آباد ۽ ڪراچي جا ڳوٺ مهاجر دهشتگردي ۽ سنڌي سرواڻن جي بزدلي جي وڏي واڪ شاهدي ڏين ٿا، جن رهنمائن ۽ رهبرن ان وقت الزام هنيا ته هي وات ڳاڙها ڇورا ايجنسين جي هشي تي ٺش ٺش ڪري سنڌي قوم کي مارائڻ نڪتا آهن، اهي اهو فيصلو ڪن ته ايم ڪيو ايم هٿان سنڌين جي نسل ڪشي ڪرڻ وارو عمل حڪمرانن ۽ ايجنسين جي مفاد ۽ منشا وٽان هو يا سنڌين جو تحفظ ڪرڻ ۽ سنڌين ۾ جياپي لاءِ حوصلو پيدا ڪرڻ ايجنسين جي مرضي ۽ منشا هئي؟

جيڪي اسان جا رهنما الزام هڻن ٿا ته ايم ڪيو ايم کي مضبوط ڪرڻ ۾ سنڌين ڇڙوڇڙ ٽولن طرفان ڪيل مزاحمت ۽ 30 سيپٽمبر 1988ع جو واقعو بنيادي سبب آهي. اهي جواب ڏين ته 1987ع ۾ ايم ڪيو ايم سنڌ جي سيني وڏن شهرن جي بلدياتي اليڪشن ۾ ميونسپل ڪارپوريشن، ميونسپل ڪميٽي ۽ ويندي يونين ۽ ٽائون ڪميٽي تائين چونڊون ڪٿيون هيون. 1987ع ۾ ته ڪوبه 30 سيپٽمبر جهڙو واقعو ڪونه ٿيو هو، جيڪي رهبر ۽ رهنما چون ٿا ايم ڪيو ايم جي دهشتگردن سان وڙهي پنجابي ۽ سنڌي تضاد کي مانو ڪرڻ آهي. مان پڇان ٿو ته مهاجر ۽ ايم ڪيو ايم جو دهشتگرد ڪنهن جي مفادن جي تحفظ لاءِ جدوجهد ڪري رهيو هو. هُو ته پنجابي سامراج ۽ مستقل مفادن جي تحفظ لاءِ Front line ۾ وڙهي رهيو هو. ڇا ايم ڪيو ايم کي ڪمزور ڪرڻ پنجاب جي مفادن کي ڇيهو رسائڻ جي برابر نه هو يا جيڪي سمجهن ٿا ته 30 سيپٽمبر جو واقعو يا سنڌي نوجوانن طرفان

مزاحمت مهاجرن کي سنڌين کي ڌار ڪري ڇڏيو يا سنڌين جي قتل عام لاءِ جواز فراهم ڪيو ۽ پهرين آڪٽوبر جو واقعو ٿيو.

جيڪي سڄڻ اهو سوچين ٿا سي ايم ڪيو ايم جي وجود پوڻ جي پس منظر ۾ انهن جي اصلي مقصدن کان ڪن لاتار ڪري پنهنجو پاڻ کي داخليت پسندي ۾ ڦٿو ڪن ٿا. جڏهن 1972ع ۾ سنڌي ٻولي جي بل جي بهاني سنڌي ماڻهن کي قتل ڪيو ويو تڏهن 30 سيپٽمبر جو ڪهڙو واقعو ٿيو هو؟ يا جون 1988ع کان جڏهن سنڌ يونيورسٽي جي شاگردن جي بسن تي فائرنگ ڪري ۽ پوءِ مسلسل 30 سيپٽمبر تائين سنڌين جي ٿيندڙ قتلن جا انگ اکر به ڪڏهن ڪنهن ڏنا آهن، ڪيترا بيگناهه ماڻهو ڇئن مهينن ۾ قتل ڪيا ويا؟ ڪيترا لاش ساڙيا ويا؟ ڪيترين سنڌين نياڻين جي لڄالٽ ٿي؟ ڪيترن ماڻهن صدين جا سنڌن گهر ۽ پاڙا خالي ڪيا؟ ڪيترن ماڻهن لطيف آباد جا بنگلا ۽ هيرآباد جا ڪشاده هوادار گهر خالي ڪري جان بچائي ڀڄي نڪتا؟ ڪو آهي تاريخدان ۽ محقق جيڪو اسان جي نسلن کي اهو ٻڌائي ۽ انهن جي معلومات لاءِ واقعا محفوظ ڪري. ان سڄي دهشتگردي کان پوءِ به هڪ به اهڙو مثال پيش ڪيو وڃي ته سنڌي ماڻهن ڪنهن نياڻي جي عصمت دري ڪئي هجي. ڪنهن نياڻين جا آره ڪپيا هجن. مخصوص عضون کي ڪٽي ٽپا هنيا ويا هجن، ڪنهن جيئري ماڻهو تي پيٽرول هاري سڙندڙ ماڻهو تي ناچ ڪيو هجي يا جيئرن ماڻهن جي جسم ۾ ڊرل مشين سان سوراخ ڪيا ويا هجن. ڪوبه اهڙو واقعو ڪنهن به غير سنڌي سان سنڌي ماڻهن ورجايو هجي ته پوءِ چيو وڃي ته اسين سنڌي قوم دهشتگرد آهيون. جيڪي ماڻهو ڪالهه ايم ڪيو ايم جي دهشتگردي جي مخالفت ۽ مزاحمت ڪرڻ بجاءِ سنڌي نوجوانن تي سرڪاري شاهد بنيا بيٺا هئا اڄ اهي ساڳيا ماڻهو فوجي آپريشن جي پليڪار ۾ لاڏا ڳائي رهيل سهيل سنڌي شعور ۽ مزاحمتي سگهه جي خاتمي لاءِ سنڌ دشمن قوتن ۽ غاصبن کي همٿائي رهيا آهن. اهڙن سڄڻن سنڌي قوم کي

گذريل اڌ صدي کان منجهائي، وِچڙائي ذهني مريض بنائي ڇڏيو. خود اعتمادي، جيئڻ جو اُتساهه ۽ روشن مستقبل جي اميد سنڌين کان کسي وئي آهي.

اڄ خود ايم ڪيو ايم جا ماڻهو هڪٻئي خلاف شاهد بنيا بيٺا آهن ته جنرل ضياءُالحق، آءِ- ايس- آءِ ۽ آمريڪا جو هانگ ڪانگ پلان ايم ڪيو ايم ڪي وجَود ۾ آڻڻ جا بنيادي سبب هئا. ان کان پوءِ به اسان جون اکيون پوٽيل آهن.

ان سڄي وايومنڊل جو جائزو وٺڻ کان پوءِ اسين ان نتيجي تي پهچون ٿا ته اهي ڏاڙيل ۽ دهشتگرد سڀ حڪمرانن جي سندن ٺي هٿن جا ناهيل آهن ته پوءِ انهن کي ختم ڪرڻ يا انهن خلاف آپريشن ڪرڻ جي گهرج ڪهڙي آهي؟

حاڪمن جي هميشه اها چال رهندي آئي آهي ته اهي حالتون هٿراڌو طريقي سان ابتر بنائيندا آهن جيئن بهانو بنائي هو پنهنجا مخصوص مفاد حاصل ڪري سگهن. يا جيڪا شيءِ ڪنهن خاص مدي ۽ خاص ڪم لاءِ جوڙي ويندي آهي جڏهن اها خالقن ۽ حاڪمن جي پهچ کان ٻاهر نڪرڻ جي ڪوشش ڪندي آهي يا انهن جي منشا مطابق استعمال ٿيڻ کان نابري واري پنهنجو پاڻ کي طاقت سمجهڻ لڳندي آهي يا ان جو ڪردار ۽ ڪم پورو ٿي وڃڻ کان پوءِ حاڪم خود بخود ان کي ڪمزور ڪرڻ، ميڙائڻ يا ختم ڪرڻ لاءِ سانباهه ڪندا آهن، ته پوءِ اهو ئي ڪندا آهن، جنهن جو عملي مثال اسان کي سنڌ ۾ ملي رهيو آهي. هاڻ سوچڻو هي آهي ته اصلي مقصد ۽ عزائم حاڪمن جا ڪهڙا آهن جو ڏاڙيل ۽ دهشتگردن جو بهانو بنائي فوج ڪشي ڪئي وئي آهي. منهنجي سمجهه مطابق حاڪمن طرفان تمام گهڻي وقت کان اهو مسئلو زيرِ غور رهيو آهي ته ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان سنڌين کي سنڌي قومپرستي، حب الوطني، جمهوريت پسندي ۽ انقلابي شعور رکڻ جي ڪانه ڪا سزا ضرور ڏني وڃي. ان لاءِ

مسلسل ضيائي دور ۾ سڄي سنڌ فوجي ڪاھ هيٺ رهي. غوث علي شاھ ذريعي ايم ڪيو ايم جي دهشتگرد ڪان قتل عام ڪرايو ويو. ڏاڙيلن کان سنڌين جو سَنڌِ سَنڌِ ڏنڀايو ويو آهي، پر ان ڪان پوءِ به جڏھن مجموعي روين جي اظهار جو موقعو مليو تو ته سڀ سنڌي ۽ سڄي قوم مجموعي طور سنڌ پرست ۽ جمهوريت پسند ثابت ٿئي ٿي. ووٽ پيپلز پارٽي کي سنڌي ليڊر ۽ جمهوري پارٽي جي حيثيت طور ڏنو ويجي ٿو. ان لاءِ جنرل اسلم بيگ بينظير صاحبه جي دور حڪومت ۾ هڪ ڏڪ سان به شڪار ڪرڻ گهريا پئي ته دٻاءُ وجهي PPP حڪومت کان 245 آرٽيڪل تحت اختيار حاصل ڪري سنڌين کي مهاجر دهشتگردي جي مزاحمت ڪرڻ ۽ جمهوريت پسندي جي اهڙي سزا ڏني ويجي جو سنڌين جا ايندڙ نسل به ياد ڪن. گڏوگڏ سنڌين جي دل ۾ PPP خلاف نفرت جو اُپار به پيدا ڪجي ته، ”ڏٺوَ ته توهان ووٽ ڏنا پر PPP سنڌ تي فوجي ڪاھ ڪرائي سڄي قوم کي ناس ڪرائي ڇڏيو.“ جنهن کي PPP ۽ بينظير صاحبه پروڙي ورتو آخري وقت تائين مزاحمت ڪندي آخرڪار اسلام آباد جي حڪومت وڃائڻي پئيس.

ان کان پوءِ ڄام صادق جي شڪل ۾ جهڙي طرح سنڌ اندر انساني حقن جي پائمالي سنڌي قومي ۽ ثقافتي ورثن جو استحصال ڪيو ويو، اهو تاريخ جو بدترين ۽ ڪاري دور طور هميشه ياد ڪيو ويندو. ڄام جي مرڻ کان پوءِ جلدي هنن سڌي ڪاھ جي رٿابندي ڪئي ان جا هيٺيان مکيھ سبب آهن:

1- ڏاڙيل سنڌن خالقن ۽ پاٿاريدارن جي پٺڀ ۽ قبضي کان نڪري گهڻا طاقتور ٿي چڪا هئا. ڇو ته دونالي بندوق بجاءِ ڪلاشنڪوف، راڪٽ لانچر ۽ هلڪي توپ پهچڻ کان پوءِ ڏاڙيلن کي بيلي ۾ وڏيرن ۽ جاگيردارن جي تحفظ جي گهرج نه رهي وڃتر پوليس ۽ ٿاڻن جا انچارج سندن مرضي مطابق بدلي ۽ بحال ٿيندا رهيا. سندن داٽي پاٽي لاءِ به بندوبست ڪندا رهيا.

حاڪمن ڏاڙيلن کي پيدا ڪيو هو ته هو سنڌين کي لٽين، ڦرين، مارين ۽ سنڌين کي هيسائي، بي حال بنائي، بي وس ڪري حاڪمن جي

رحم و ڪرم تي ڇڏيو ڪري ڇڏين. جيئن عام سنڌي ڳوناٺو سنڌ پرستي ۽ جمهوريت پسندي تان توبه تائب ٿي وڃي، پر ڌاڙيلن جي مضبوط ۽ طاقتور ٿيڻ ڪانپوءِ سنڌ جا روڊ رستا ۽ ريلوي لائن ڦرڻ لڳا. گڏوگڏ شهري صنعتڪار ۽ واپاري به ڌاڙيلن جي اغوا جو نشانو بنيا جيڪا ڳالهه حڪمرانن جي مرضي خلاف هئي.

ان ڪان پوءِ سنڌي سماج ۾ مسلسل انتشار ۽ بدامني سبب سيني سياسي، سماجي ۽ ادبي حلقن ڌاڙيل فيڪٽر ڪان نجات لاءِ آواز اٿارڻ شروع ڪيو. نتيجي ۾ انگريزي ۽ عالمي ميڊيا ۾ سنڌي ڌاڙيل فوڪس ٿيڻ لڳو، جنهن ڪان حڪمران خائف ٿي ويا ته ممڪن آهي ته اڄ ڌاڙيل ڇڙوڇڙ آهي، پئسي جو پوڄاري آهي. يا اجا ڪنهن نه ڪنهن جي اثر هيٺ آهي، پر جيڪڏهن سياڻي ڌاڙيلن ۾ سياسي عنصر شامل ٿي ويو ۽ ڪنهن به سنڌ جي سياسي ڌر، باقاعده ڌاڙيلن جي پٺي ٺپري سندن رخ موڙڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي، ته پوءِ حاڪمن جي خواب جو ڇا ٿيندو؟ يا جيڪڏهن حاڪمن جا پاڙيسري اوپر ۽ اتر جا ملڪ ڌاڙيلن سان ڪنهن نه ڪنهن ذريعي رابطو ڳنڍيو، پئسو ۽ هٿيار مهيا ڪن ته اهو ڌاڙيل پاڪستان جي ملٽري جو مقابلو ڪرڻ جي قابل بنجي ويندو. ان خوف ڪان خائف ٿي حڪمرانن سوچيو آهي ته ڌاڙيلن جو ڊرامو هاڻ ختم ڪجي.

ان سان گڏوگڏ معاشي پاسو هي آهي ته نواز شريف حڪومت جيڪا نجڪاري (Privatization) جو نعرو هڻي، سڄي ملڪ جون فائديمند صنعتون پنهنجي برادري، چنيوٽي، دهلي جي سوداگران وغيره جي حوالي ڪري ڇڏيون آهن. گڏوگڏ ڪراچي مان انڊسٽري کي پنجاب منتقل ڪرڻ ڪان پوءِ به انهن کي ڪچي مال جي آمد توڙي تيار مال جي روانگي لاءِ ڪراچي پورٽ ڪان وٺي پنجاب تائين روڊ، رستا، ريل ۽ بندر محفوظ گهرجن جيئن بغير رنڊڪ، وقت جي زيان ۽ مال جي ضايع ٿيڻ جي محفوظ طريقي سان رسد جو ڪم ٿي سگهي. گڏوگڏ نواز شريف غير ملڪين کي جيڪا سيڙپ ڪرڻ جي آڇ ڏيئي رهيو آهي، انهن مٿس واضح ڪري ڇڏيو آهي ته اسين صنعتون ته ڪٽي هٽون به

سھي، پر اسان جي عملي ۾ مالڪن جي اغوا يا ڪارخانن جي سڙڻ جي ڌمڪين کان تحفظ ڏيارڻ يا ڀنگ ڀريءِ ڏيڻ لاءِ ڪير ذميوار آھي. اسين ڪنھن ڪارخاني تي پنج ڪروڙ روپيہ سيڙايون ۽ پنج ڪروڙ اسين ڀنگ ڀرڻ لاءِ اضافي رقم آڻيون، سو اھڙو سون ئي گھوريو جيڪو ڪن ٽوڙي وانگر ٻاھرين سيڙپ ڪارن طرفان محفوظات گھرڻ ۽ ملڪي صنعتڪارن جي دٻاءُ پوڻ کان پوءِ، آخر اھو فيصلو ڪيو ويو تہ ڊاڙيلن کي روڪيو، پر پوءِ جڏھن ھمراھن ڏٺو تہ مارا ھي پيدا بہ اسان ڪيا ۽ اسان جي چوڻ ۽ حڪم کان پوءِ بہ بس نٿا ڪن. پر ويتر وڌ آھن. متان ڊاڙيلن جي پٺيان بہ ڪو 'را' ھندستان جي ايجنسين جو ھٿ ھجي، سو ھمراھ ويھي رِٿون سوچڻ لڳا تہ ڊاڙيل ڪيئن ختم ڪريون.

سنڌ ۾ فورس لاھڻ کان اڳ ملٽري نفسياتي طرح تمام دٻاءُ جو شڪار ھئي تہ سنڌ ۾ سخت مزاحمت ٿيندي. نتيجي ۾ ھي بہ سڀ اڳيون پويون ڪسرون ڪيندا، پر پھچڻ کان پوءِ ھن کي حيرانگي جي حد تائين خاموشي ملي. ڪابہ مزاحمت، مقابلو يا موتمار جنگ جو منھن ڏسڻو نہ پيو. ان ڪري ھي سوچڻ تي مجبور ٿي پيا آھن تہ ڪيئن سنڌين کي مشتعل ڪري ميدان تي آڻجي ۽ ھڪ ئي سٽ ۾ سڀ ڪجھ ختم ڪري ڇڏين.

2- ايم ڪيو ايم جي طرفان سڄي سنڌ جي معيشت کي لٽڻ ۽ سڄي ڪراچي جي صنعتڪارن ۽ ننڍن وڏن واپارين کي يرغمال بنائي بندوق جي زور تي چندا وٺڻ، اغوا ڪري ڀنگ حاصل ڪرڻ، مقامي ادارن، ڪارپوريشن ۽ بئنڪن کي لٽڻ ڦرڻ کان پوءِ جڏھن اربين ۽ ڪربين روپيہ جمع ڪيا ويا تہ ايم ڪيو ايم ۽ الطاف حسين جو رويو حاڪمن جي خوشامد بجاءِ پاڻ حاڪم بنجڻ وارو بنجي ويو. نتيجي ۾ ھُو خطرناڪ قسم جي بليڪ ميلنگ تي لھي آيو. خود مھاجر تجزيي نگارن موجب تہ ايم ڪيو ايم، ڪرنسي ۽ پاسپورٽ شايع ڪرڻ کان علاوہ مڪمل طور تي خودمختيار متبادل رياست بنجي چڪي ھئي.

ان سان گڏوگڏ الطاف حسين کي حاڪمن طرفان مليل ھٿيار تہ ڪجھ بہ نہ ھئا، جيڪي ھن پنھنجي ذريعن افغاني مھاجرين، ايران ۽

هندستان کان ورتا. هڪ اندازي موجب ايم ڪيو ايم وٽ گهٽ ۾ گهٽ 3 لک کان 5 لک ڪلاشنڪوف، راڪيٽ لانچر، مارٽر ۽ بم گولا موجود آهن. گڏوگڏ الطاف حسين ۽ سندس حواري سفارتڪاري جي مهم هلائيندي سيني ملڪن ۾ پنهنجا ماڻهو سيٽ ڪندا، ڪين مستقل آباد ڪرڻ ۽ سياسي مرڪز طور آپريٽ ڪرڻ جي رٿابندي ۾ مشغول رهيا آهن. جڏهن ايم ڪيو ايم جي منحرف ڌڙي حصي پٺي ۽ لٽ ڦر جي مال جي ورهاست تان الطاف سان اختلاف ڪيو ته هنن الطاف حسين جي سياسي مقصدن ۽ فوجي طاقت جي ڳجهي چاڻ حاڪمن کي پهچائي، جنهن سيني حلقن کي وائڙو بنائي ڇڏيو. نتيجي ۾ حاڪمن ۽ حڪمرانن ۾ به لابيون ٺهي پيون. هڪڙا ايم ڪيو ايم جا سخت حمايتي هئا، ٻيا جيڪي ايم ڪيو ايم جي دهشتگردي جا ستايل، ڪراچي جا پنجابي صنعتڪار، واپاري ۽ انهن جا نمائندا، ٽيان اهي جيڪي ايم ڪيو ايم کي ملڪ لاءِ هاڃيڪار سمجهي قدم کڻڻ لاءِ سوچي رهيا هئا. ان عمل سان اسلام آباد ۾ حاڪمن جي ڪئمپ ٽن حصن ۾ ورهائجي ويئي، آخرڪار زبردستي اک ٻوٽ ڪري ايم ڪيو ايم خلاف آپريشن ڪيو ويو. ان جو بنيادي سبب سنڌين جي نسل ڪشي لاءِ جواز ڳولهڻ هو.

ايم ڪيو ايم جي وجود ۽ قسمت سان صرف اسلام آباد جي حڪمرانن جا ڌاڳا جڙيل نه هئا، پر عالمي سياست جي محور قوتن خاص طور آمريڪا جي آشيرواد به ايم ڪيو ايم کي مڪمل رهيو آهي، جنهن ۾ هانگ ڪانگ پلان، سنڌ جي سامونڊي ڪناري (Costalarca) جي اهميت سان گڏوگڏ سنڌ جي معدني وسيلن تيل ۽ گئس تي قبضي لاءِ به سنڌين کي ڪمزور ڪري ايم ڪيو ايم کي تاڻتو آهي. ڇو ته ٻاڳيا ذري ذري لاءِ آخري دم تائين وڙهندا آهن، پر چور ۽ ڦورو جيترو به حصو مليو ان تي خوش ٿي، ٻيو وڏي ڦورو جي حوالي ڪري ڇڏيندا آهن. ان لاءِ U.S.A طرفان به آپريشن اختياري وارن کي زبردست ڇنڊ ڪڍي وئي، ته توهان کي صرف ڪن مهٽ جو اختيار آهي، ختم ڪرڻ يا نه ڪرڻ جو اختيار توهان کي ناهي. ان لاءِ ايم ڪيو ايم خلاف

سچو ڊرامو سچي پروپيگنڊا سواءِ چند هٿيار، جيڪي عام رواجي قسم جا ۽ ڪجهه ٽارچر سيل ظاهر ڪرڻ ڪان پوءِ پورو ٿي ويو. اڄ به ايم ڪيو ايم اڪيون ۽ ڏند ڏيکاري رهي آهي. فونن، فيڪس اخباري بيان ذريعي سياست ڪري رهي آهي. سڀ جا سڀ ماڻهو محفوظ هنڌن تي آرام پذير آهن آپريشن اختياري صرف لفظن جو ورجاءُ ڪري رهي آهي ته هٿيار ايم ڪيو ايم يا ته ضايع ڪري ڇڏيا آهن يا عام گهرن ۾ ورهايا ويا آهن، جيڪي ڪڍڻ مشڪل ۽ ناممڪن آهن.

چو ته الطاف پاران ڪيسٽ ظاهر ڪرڻ جي ڌمڪي حاڪمن کي مونجهائي ڇڏيو ته جيڪڏهن اها ڳالهه ظاهر ٿي پوي ته ايم ڪيو ايم کي حاڪمن ۽ سندس ايجنسين هٿيار مهيا ڪيا آهن ۽ ڪهڙن مقصدن لاءِ مهيا ڪيا ويا ته پوءِ هن ملڪ جي سالميت ۽ بقا جو ڇا ٿيندو؟ ان لاءِ آپريشن اختياري پنهنجا رويا تبديل ڪيا آهن. سواءِ ڪجهه فوجي آفيسرن جي چپ چٽڻ ۽ جڪ ڪائڻ جي جيڪي خود ايم ڪيو ايم جي مسئلي ۽ دهشتگردي ۾ بي عزتي ۽ بدناموس جو شڪار ٿيا آهن پيو ڪجهه به نٿا ڪري سگهن. ايم ڪيو ايم ڪين اشارا به ڏيئي رهي آهي ته اسين ساڳيا غلام ساڳي پگهار تي سنڌ ۾ پاڪستان جي سالميت ۽ استحڪام لاءِ ڪم ڪرڻ لاءِ تيار آهيون.

مطلب سنڌين جو جيئڻ جنجال بنائيندڙاسين صرف حاڪم آشيرواد ڏين ۽ شفقت جو هٿ مٿي تي رکن. ٻئي طرف اڪيون به ڏيکاري رهيا آهن ته جيڪڏهن نه ٿا نهو ته پو اسين اهڙو ڪم ڪنداسين جيڪو حاڪمن جي سوچ ۽ سمجهه ڪان ٻاهر هوندو. سڄو ملڪ ٻرڏڪ ۾ تبديل ٿي ويندو. اهڙي نازڪ وقت ۾ جڏهن ڪشمير، خالصتان ۽ سنڌ جي ٽڪندي جي ڳالهه ڪئي وڃي پئي ته حاڪم ڪاٻه اهڙي اٻهرائي ڪرڻ لاءِ تيار ناهن ان ڪري ممڪن آهي ته ايم ڪيو ايم ۽ حاڪم پاڻ ۾ نهي وڃن. وري به قرباني جو ٻڪرو سنڌ ۽ سنڌين کي بنجڻو پوندو. ان لاءِ اسان کي اڪيون کولي هوش و حواس جائتا رکڻ گهرجن.

3- سنڌين جي قومي شعور ۽ سجاڳي به حاڪمن جي ننڊ حرام

ڪئي آهي. ڇاڻ سرڪار جي سڌي تشدد ۽ عذابن کان پوءِ به مسلسل ڇاڻ سرڪار خلاف مزاحمت محاذ آرائي سنڌين جي جاري رهي. ڇاڻ ڪٺي چند اسيمبلي ميمبرن کي تشدد ۽ لالچ وسيلي پنهنجو حمايتي بنائي به ويو ڪٺي، پر سنڌي عوام جي دلين ۾ سواءِ قومي غدار واري حيثيت جي ٻيو ڪوبه مقام ناهي نه سگهيو ۽ اها مزاحمت اوتري تائين جاري رهي جيسين ڇاڻ سرڪار جو خاتمو سندس موت جي صورت ٿيو. پر ماڻهن پنهنجي نفرت جو اظهار آخر تائين ڪيو جو سندس قبر کي اڏائي سنڌ جي مٽي مان سندس بوتي کي ڪڍي ڌرتي جو تقدس ۽ مان مٿانهون رکيو.

حڪمرانن لاءِ اهو جذبو ۽ اهو عمل ڇرڪائيندڙ هو. ڇو ته سنڌ جي سچي سياسي تاريخ ۾ سنڌين تي درگذر ڪرڻ وارو عمل تمام حاوي رهيو آهي. ايوب کهڙي کان وٺي غوث علي شاهه تائين سيني جي قومي ذهن تي ڪن لاتار ڪئي وئي آهي نتيجي ۾ ماڻهن کان ماضي جلد وسريو ويندو آهي، پر هي عمل سنڌ جي سچي سياسي تاريخ ۽ پس منظر ۾ منفرد هو، جنهن کي حڪمرانن حاڪمن سمجهي ورتو ته جڏهن مظلوم قوم جا ماڻهو پنهنجي قوم جي ديسي دلالن ۽ غدارن جي خلاف ايتري شديد نفرت جو اظهار ڪرڻ لڳن ته ڌارين حاڪمن لاءِ سندن دل ۾ ڪهڙو مچ مچندو هوندو.؟ انهن جو انجام ڇا ٿيڻو آهي؟ اها ڳالهه تاريخ جي ورقن ۾ صاف ۽ چٽي لکيل آهي. ان لاءِ حاڪمن تمام چالاڪي ۽ خبرداري سان پنهنجن ناپاڪ مقصدن ۽ سازشن کي ڏاڍو شاندار، رنگين ۽ عوامي سچٽپائي جو غلاف ويڙهي ميدان ۾ لٿا آهن. انگريزي مقولي وانگر ته، ”نرم ڳالهايو پر لٺ ڏکهي ڪٺو“ تي عمل ڪندي اسان کي محسوس ڪرائڻ لڳا آهن ته سنڌ کي دهشتگردن ۽ ڌاڙيلن تباهي جي ڪناري تي پهچائي ڇڏيو آهي. ان ڪري توهان کي ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن کان نجات ڏيارڻ آيا آهيون گڏوگڏ سنڌين کي سماجي، سياسي ۽ معاشي انصاف به مهيا ڪنداسين. عجيب منطق سامهون آندو ويو آهي!

جنرل آصف نواز کان وٺي سنڌ جي ڪور ڪمانڊر نصير اختر

تائين سڀ واضح طور چٽي چڪا آهن ته سنڌ جي مسئلي جو حل فوجي آپريشن ڪونهي پر سياسي، معاشي ۽ سماجي انصاف مهيا ڪرڻ سان سنڌ جي حالتن ۾ سڌارو ايندو. جڏهن فوجي آپريشن حل ڪونهي ته پوءِ ڇو اربين رپيه هن آپريشن تي خرچ ڪري هزارين ماڻهن کي ماري لکين ماڻهن کي بي گهر بنائي پوءِ سماجي، سياسي ۽ معاشي قدم کنيا وڃن. ان کان بهتر آهي ته هاڻ ڇو نه؟ سڄي مسئلي کي سنڌ جي سياسي، سماجي ۽ معاشي ناانصافين جي پس منظر ۾ حل ڪرڻ جي رٿابندي ڇو نه ٿي ڪئي وڃي؟ جنهن ۾ ڏاڙيل مسئلي کان وٺي مهاجر دهشتگردي تائين سيني مسئلن جو حل ممڪن آهي. ضروري آهي ڇا هزارين ڳوٺ اجاڙي ۽ لکين ماڻهو دربدر بنائي پوءِ سياسي اُپاءَ ورتا وڃن اهي به وسيلن جي اثاث سبب اڻ پورا، نتيجي ۾ سماج مان بحران، بدامني ۽ ناانصافي جو خاتمو اڃڻ ممڪن ئي نه ٿي سگهي.

4- منهنجي نظر ۾ چوٿون اهم سبب شاهه بندر جو واقعو ۽ ان جي پس منظر ۾ سڄي سياسي ۽ عملي جدوجهد آهي، جيڪو مسئلو عالمي پس منظر سان لاڳاپيل آهي.

ممڪن آهي ته شاهه بندر واقعي ۾ جيڪي به ماڻهو گرفتار ڪيا ويا آهن يا هن کان اڳ ڪجهه گرفتار ڪيا ويا هجن جن کي حڪمران الذوالفقار جي دهشتگردن جي نالي سان متعارف ڪرائين ٿا. تن هندستان سان پنهنجن سياسي لاڳاپن جو اعتراف ڪيو هجي ۽ انهن اعترافن جي پس منظر کي نظر ۾ رکندي حڪمرانن آپريشن جو هڪ اهو مقصد به طئي ڪيو هجي.

ان کان پوءِ ايم ڪيو ايم جي منحرف ڌڙي طرفان الطاف حسين جي 'را' ۽ هندستان لڳ لاڳاپن کي ظاهر ڪرڻ کان پوءِ هتان جون ايجنسيون ۽ حڪمران خبردار ٿي ويا آهن ته جيڪي سنڌن ئي پيدا ڪيل ماڻهن (ايم ڪيو ايم) کي سنڌن دشمن لاچائي يا ڪنهن به طريقي سان پنهنجي مفادن لاءِ ڪتب آڻي سگهن ٿا ته پوءِ سنڌ ۽ سنڌي جيڪي هيڏي ناانصافين جو شڪار آهن ۽ هيڏي پيڙا ۽ عذاب سان گڏوگڏ قومي غلامي جي ذهن ۾ قائل آهن، ممڪن آهي ته 'را' يا

هندستان انھن ۾ به پنھنجي حمايتن جو چار پڪيڙي چڏي ۽ ڪجھ سالن ۾ بنگال جي صورتحال بنجي نه پوي. ڇو ته حاڪم خود چاھن ٿا ته ھي 1947ع کان وٺي ڪشمير ۽ 1971ع کان وٺي مشرقي پنجاب (خالصتان) ويندي آسام ۽ تاملن جي جدوجھد ۾ سندن ٻانھن ٻيلي بڻيا آھن ته پوءِ هندستان ڇو نه ڪوشش ڪندو ھوندو. ڇو ته چور جي ڏاڙھي ۾ ڪک واري ڳالھ آھي پاڪستان خاص طور آءِ- ايس- آءِ طرفان مسلسل نفسياتي ۽ عملي جنگ کان پوءِ هندستان به پنھنجي نشرياتي پروگرامن ۾ پاڪستان خلاف نفسياتي جنگ شروع ڪري ڏني آھي. ان سان گڏوگڏ هندستان سڄي دنيا ۾ آمريڪا توڙي برطانيه تائين اھو ثابت ڪري چڪو آھي ته پاڪستان ڪشمير ۽ پنجاب جي خالصتان تحريڪ ۾ دھشتگردي لاءِ ھٿيار، سکيا ۽ پئسه مھيا ڪري رھيو آھي. نتيجي ۾ هندستان کي اخلاقي مدد ملي ٿي.

ان لاءِ پاڪستان به پنھنجي ڪيس کي عالمي پس منظر ۾ مضبوط ڪرڻ لاءِ سنڌ ۾ هندستان جي مداخلت جا ثبوت ڳولھڻ لاءِ سنڌ جي سياسي ڪارڪنن جا ذھن مفلوج ۽ زندگيون موت جي حوالي ڪري چڪو آھي، پر سواءِ سندن ئي نااھيل اسٽورين جي ٻيو ڪو به مضبوط ثبوت شاھدي طور ھٿ نه ڪري سگھيا آھن.

شاھ بندر واقعي جي حقيقت کلڻ کان پوءِ سندن سمورو ڊرامو پنھنجي اھميت وڃائي چڪو آھي. حڪمران 'را' جي لاءِ ايترا بي چين آھن جو عام ڳوناٺو به پڪڙين ٿا ته ان کان پڇيو وڃي ٿو ته تون هندستان جو ايجنٽ آھين، 'را' کان تربيت ورتي اٿئي، ٻڌائي 'را' سان تنھنجو ڪھڙو تعلق آھي؟ جنھن مسڪين کي سندس ڳوٺ کان ٻاھر روڊ ۽ رستي جي خبر ڪانھي ته ان کي 'را' جي ڪھڙي خبر، نتيجي ۾ يوسف جکراٽي تنڊو بھاول ۽ علي حيدر شاھ جھڙن بيگناھ ماڻھن جا لاش اسان کي ڪلھن تي کڻڻا پيا آھن يا عبدالله مھر ۽ بابو شاھ وانگر سياسي ڪارڪن دماغي توازن وڃائي ويٺا آھن ۽ اسين سڀ وائڙن وانگر ڏسي رھيا آھيون.

ان سان گڏوگڏ سنڌ ۾ بمن ۽ بارودن جي ڌماڪن سبب به

شايد اهو سمجهيو ٿو وڃي ته سنڌ ۾ 'را' ملوث آهي. جڏهن ته افغان مجاهدين جي ڪئمپن ۾ هزارين جماعتي ڪارڪن، ايم ڪيو ايم جا چيلا ۽ ايجنسين جا ماڻهو سکيا ورتل آهن. جيڪي پنهنجي مقصدن آهر سچي ڪاروائي ڪن ٿا جيئن سنڌ جي سياسي ڪارڪنن کي ڦاسائي سگهجي يا انهن کي گرفتار ڪرڻ جو جواز ملي سگهي.

## 2- عالمي پس منظر ۾ نئين سر جوڙجڪ جو رخ

عالمي پس منظر ۾ سوويت يونين کان وٺي يوگوسلاويه ۽ چيڪو سلواڪيه تائين سڀ تاريخي پس منظر رکندڙ ملڪ ۽ قومون آزادي ۽ خودمختيار حيثيت حاصل ڪري چڪيون آهن يا وڙهي رهيون آهن. ويندي يورپ، ۽ برطانيه ۾ اسڪاٽش، آئرش قومون به کلي عام اظهار ڪري رهيون آهن.

هندستان ۽ پاڪستان گهڻ قومي ملڪ آهن. ٻئي هٿيارن جي طاقت جي نشي ۾ ذات قومي وحدتن جي سياسي، معاشي ۽ سماجي مسئلن کي سمجهڻ کان قاصر آهن. جيڪڏهن عالمي نظام جي جوڙجڪ ۾ هنن ملڪن جي شڪل تي ضرب اچي ٿي ته پوءِ هي پنهنجو تحفظ ڪيئن ڪندا. ڪشمير ۾ تحريڪ کي زور وٺائڻ جي صورت ۾ هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ جنگ لڳي پئي ته پوءِ سنڌ کي ڪيئن قبضي هيٺ رکيو ويندو ۽ جيڪڏهن سنڌ علحده ٿي به وڃي ته آخر تائين ڪيس ڪهڙي طرح سزا ڏني ويندي. اُن بابت سراج صاحب جاڳو ۾ سياسي منظر نامي ۾ بهترين انداز ۾ سمجهايو آهي. ان لاءِ هتان جا حڪمران سڄي رٿابندي ڪري رهيا آهن. ۽ اسين سنڌي ماڻهو اٻوجهائي ۽ سادگيءَ ۾ بغير سوچڻ ۽ سمجهڻ جي آپريشن جي حمايت ۾ وڏا ڏکيا بيان ۽ ڪالم ڇپائي عوام دوستي ۽ سنڌ دوستي جو بار پاڻ مٿان لاهيون پيا. جڏهن ته اسان کي سوچڻ ۽ سمجهڻ گهرجي ته جڏهن ٻن کان پنجن سالن جي عرصي ۾ سنڌين مٿان ويٽنامي، الجزائري ۽ بوسنيا هرزوگووينا جهڙي صورتحال پيدا ٿي پئي ته پاڻ سنڌين جي واهر ڪندڙ ڪير ٿيندو؟ سواءِ پنهنجو پاڻ ۽ الله جي طاقت جي ٻيو اسان جو مددگار ڪوبه ناهي ان لاءِ اسان کي عقلمندي ۽ جرئتمندي ڏيکارڻ

گهرجي. جيئن ڏڪئي وقت ۾ ثابت قدم رهندي قومي جياپي جي جنگ ۾ سوڀارا ٿيون.

## 3- اسلام آباد جي حڪمران ٽڪنڊي جي اندروني ويڙهه

1977ع کان پوءِ سنڌ جي حيثيت هڪ علحده ۽ خاص نوعيت جي ٿي آهي. جڏهن به حڪمرانن جي رسا ڪشي ۽ اقتدار جي جنگ هلندي آهي ته اهي جنگ جو ميدان سنڌ کي بنائيندا آهن. نتيجي ۾ معاشي طرح سنڌ بحران جو شڪار ته بنجي ٿي پر جسماني ۽ روحاني طرح جيڪي زخم سنڌين کي رسن ٿا انهن جو ازالو ممڪن ئي ڪونه ٿو رهي.

اخباري تجزيي نگارن مطابق ته جنرل آصف نواز جو پهرين جهڪاءُ نواز شريف طرف هو، پر پوءِ رسا ڪشي تيز ٿي وڃڻ ڪري ٽيئي اقتدار جا ٿنڀا علحده علحده شڪل وٺي بيٺا. نتيجي ۾ نواز شريف ڪوشش ڪئي ته هو مخالف ڌر کي اعتماد ۾ وٺي 12هين ترميم جو خاتمو آڻي.

صدر اسحاق ڪوشش ڪندو رهيو ته هو نواز شريف حڪومت جو خاتمو ۽ جنرل آصف نواز کي وقت کان اڳي رٽائر ڪري گهر موڪلي. ان لاءِ صلاح مشورا ٿيندا رهيا. آصف نواز مخالف ڌر پي- ڊي- اي کي استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو، ته جيئن پي- ڊي- اي اسيمبلي تان استعيفيٰ ڏيي ۽ آصف نواز سياسي بحران جو فائدو وٺي مارشلا نافذ ڪري پاڻ حڪمران ٿي ويهي رهي.

پر پوءِ عالمي صورتحال جي پس منظر ۽ ملڪ جي سيني سياسي ڌرين طرفان مارشلا جي مزاحمت هن اقتداري ٽڪنڊي کي واپس هڪبئي جي ويجهو آڻي ڇڏيو. هاڻ خبر آهي ته ٽيئي ڪجهه مسئلن تي متفق ٿي ويا آهن. جنهن ۾ ممڪن آهي ته ايم ڪيو ايم سان رعايت پ پ پ کي اقتدار نه ڏيڻ جي خاطري ۽ آپريشن ۾ سنڌين کي حقيقي سيڪت ڏيڻ سميت عالمي صورتحال ۽ پاڙيسري ملڪن ڏانهن رويه ۽ لڳ لاڳاپن تي متفق ٿي ويا آهن. ممڪن آهي ته قومي حڪومت جي

تشڪيل ڏني وڃي. جيڪا هڪ سال تائين گهٽ ۾ گهٽ حڪمراني ڪري. فوج جو آئيني ڪردار به طئه ٿئي ڇو ته پيپلزپارٽي جمهوريت پسندي جي ناتي سڌي طرح مارشلا جي حمايت نه ڪري پر سندس سياسي حڪمت عملي ۽ پاليسين جو دارومدار مسلسل اسلام آباد کان وٺي واشنگٽن جي حڪمرانن جي روين، پاليسين ۽ آشيرواد تي آهيو. ان لاءِ مسلسل ڦرٽي گهرٽي حڪمت عملي ۽ نقطه نظر جو شڪار رهي آهي. سنڌ ۾ اها ڳالهه دعويٰ سان چوان ٿو ته ترقي پسند پارٽي جي اڳرائي واري پاليسي سبب پيپلز پارٽي سخت دٻاءُ جو شڪار ٿي سنڌ جي قومي مسئلن ڏانهن رويو بهتر ڪيو آهي. مهاجر دهشتگردي خلاف اعلان جنگ (1990ع) کان وٺي پيپلزپارٽي جو پڪو قلعو آپريشن ان کان پوءِ ٽن ڏينهن جي هڙتال دوران بي نظير صاحبه جو ڏکڻ سنڌ جو دورو ڪرڻ ۽ قوم پرستاٽيون تقريرون ڪرڻ، رابطي جي مهم کان وٺي 19 مئي جي هڙتال يا ڌرٽي تائين مسلسل ترقي پسند پارٽي جي اعلانن جي دٻاءُ هيٺ پيپلز پارٽي سنڌ ڏانهن رويه ته بهتر ڪيا آهن پر عملي طرح اسيمبلي ۾ اڪثريت هوندي به ڪا رٿابندي نه ڪري سگهي آهي، سواءِ اسيمبلي ۾ صرف مسخري ڪرڻ يا اقتدار ماڻڻ لاءِ ڪرتب بازي ڪرڻ جي ڀيوڪوبه عملي ۽ تحقيقي ڪم نه ڪري سگهي آهي. نتيجي ۾ ڪافي دفعا حاڪمن جي مرضي ۽ اشاري سان سندس پروگرام تبديل ٿيا آهن. ويندي ڄام صادق جي موت کان پوءِ وزير اعليٰ ۽ هن وقت اسپيڪر جي چونڊ جي مسئلي تائين سندس ڪردار موقعي پرستي وارو رهيو آهي.

ان لاءِ پيپلز پارٽي مان سواءِ جمهوري روين جي عملي طرح سنڌ جي قومي تشخص جي دفاع ۽ سياسي جدوجهد جي توقع رکڻ اجائي آهي. ان لاءِ حڪمرانن جي اندروني ويڙهه ۽ انتشار سبب به سنڌ کي ٽارگيٽ بنايو ويندو آهي. اجا تائين ڪابه صورتحال واضح ۽ چٽي ڪانهي ته سياٽي مارشلا ايندي يا ڪا نام نهاد قومي حڪومت. ڇو ته اجا تائين سنڌ ۾ آپريشن جاري آهي ۽ مدي وڌائڻ جي ڳالهه ڪئي پئي وڃي، هوڏانهن ايم ڪيو ايم به اکيون ڏيکاري رهي آهي ته آپريشن

روڪيو. اهڙي صورتحال ۾ سنڌ ۾ ڪوبه اڻ وڻندڙ واقعو يا آپريشن خلاف ڪا تحريڪ يا جدوجهد مارشلا کي به سڏي سگهي ٿي يا حڪمرانن لاءِ جواز فراهم ٿي سگهي ٿو. ان لاءِ ڪجهه چوڻ قبل از وقت آهي ڇو ته پاڪستان جي سياست ۽ معاشرت ۾ ڪي به سياسي ۽ ڪائناتي اصول ناهن هلندا. هر وقت ملڪ غير يقيني، ۽ هنگامي حالتن ۾ گهيريل هوندو آهي. پوءِ حڪمرانن جي مرضي ته هو انڪي ڪهڙو به رخ ڏين جڏهن ته پنجاب جا دانشور حلقا گهٽوئي جنرل آصف نواز کي پيپون ڏيئي رهيا آهن ته آصف نواز پاڪستان جو ڪمال اتاترڪ ثابت ٿيندو وغيره وغيره.

حڪمرانن جي ٽڪنڊي جي اندروني خلفشارن سبب رياست جا سڀ کان طاقتور ٿي جاسوسي ادارا جيڪي بنيادي طرح سياسي ۽ معاشي پاليسين تي اثر انداز ٿيندڙ آهن. يعني I.S.I، I.B ۽ M.I به پاڻ ۾ ڇڪتاڻ ۽ ٽڪراءُ جي شڪل اختيار ڪري هڪٻئي کان گوءِ کٽڻ جي ڪوشش ۾ مصروف رهيون آهن. I.B ۽ سندس ڊائريڪٽر جنرل برگيڊيئر امتاز مڪمل طور تي نواز شريف جي حمايت ۽ دفاع لاءِ ايتري حد تائين به ڪردار ادا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي جيئن عام ماڻهن ۾ I.S.I ۽ M.I جي حيثيت وڏيڪ خراب ۽ نفرت انگيز بنجي. چوڻ وارا چون ٿا ته سنڌ ۾ ٽنڊوبهاول جي واقعي کان وٺي يوسف جکراڻي، علي حيدر شاهه ۽ تازو مجيب اعجاز جتوئي جي تشدد سبب قتل به انهن جي ايجنسين جي اندروني رسا ڪشي سبب هڪٻئي جي ساک کي نقصان پهچائڻ لاءِ ڪيا ويا آهن. سنڌي ماڻهن ۽ سنڌ جي بدنصيبي هي آهي ته هر محاذ ۽ هر فيلڊ ۾ حاڪمن لاءِ تجربيگاهه سنڌ ۽ سنڌي ماڻهو کي بنايو وڃي ٿو. ڇو ته حاڪم جي نظر ۾ غلام فرد جي جان، مال، عزت ۽ وقار جو ڪوبه قدر ۽ اهميت ناهي هوندو. نتيجي ۾ هي سڄي قوم حڪمرانن لاءِ تجربيگاهه ۽ شڪارگاهه بنيل آهي ۽ سنڌي قرباني جا ٻڪرا-.

هاڻ اسين جيڪڏهن مٿين پس منظر ۾ نتيجا ڪڍڻ جي ڪوشش ڪنداسين ته اسان کي محسوس ٿيندو ته هن آپريشن جي مقصد طور

ڏاڙيلن ۽ دهشتگردن کي ختم ڪرڻ جو اعلان صرف ڏيکاءُ آهي اصل مقصد سنڌ جي وڌندڙ شعوري ۽ تنظيمي صلاحيت کي ختم ڪرڻ سان گڏوگڏ سنڌ جي سياست ۾ مزاحمت ۽ حب الوطني جو جيڪو خالص تصور پيدا ٿئي پيو ان کي ختم ڪري ڪچلي سنڌي جي محب وطن قومي جدوجهد کي هميشه هميشه لاءِ مانو ڪرڻ جي رٿابندي تي عمل ڪرڻ آهي.

چو ته ان ڳالهه کي ثابت ڪرڻ لاءِ اهو دليل ڪافي ٿيندو ته دهشتگردن ۽ ڏاڙيلن کي ختم ڪرڻ لاءِ خفيه رٿابندي سان اوچتو حملو ڪري انهن جي نڪاڻن کي ختم ڪري، انهن جي پشت پناهي ڪندڙن جي احتساب ڪرڻ بجاءِ هنن پنهنجا فورس آهستي آهستي ۽ ڍنڍورا ڏيندي لاٿا آهن ته جيئن ڏاڙيل ۽ دهشتگرد محفوظ ٿي وڃن ۽ پنهنجن هٿيارن جا ڍير به محفوظ ڪري ڇڏين. ۽ پوءِ ڏتڙيل ماڻهن کي ڪچلڻ آسان ٿي وڃي، آپريشن متعلق وائين، چوڌري نثار ۽ ايم ڪيو وارن جا بيان ئي ڪافي آهن ته، ”پهرين آپريشن اختياري وارن هنن کان اصلي ڪهڙين قوتن کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪين اعتماد ۾ ورتي اجازت ورتي هئي.“ مطلب ته سڄي رٿابندي جمهوريت پسنديءَ ۽ قوم پرستي جي نالي ۾ سنڌين کي سزا ڏيڻ لاءِ هئي، پر پوءِ ڪجهه رخ ڦيرائي ايم ڪيو ايم طرف ڪري وڏيڪ غير جانبداري ۽ انصاف پسندي جو مظاهرو ڪرڻ لاءِ سنڌين جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي، جنهن انداز سان آپريشن سنڌ جي ڀرپاڙين ۾ شروع ڪيو ويو آهي ان مان پهرين ڏينهن کان محسوس ٿي رهيو هو ته آپريشن ڇهن مهينن لاءِ ناهي پر هن آپريشن جو مدو وڌايو ويندو يا ممڪن آهي ته مستقل سنڌ ۾ فوج رکڻ ۽ سنڌ کي گهيري ۾ رکڻ لاءِ رٿابندي ڪندي مزاحمت جي قوت کي چيپاتي ختم ڪيو وڃي.

ان لاءِ هٿ وٺي ڏاڙيلن کي پڇڻ جو موقعو ڏنو ويو آهي. هينئر تائين جيڪي 8 يا 10 ڏاڙيل ماريا ويا آهن انهن کي به سنڌن پاليندڙن هٿان سازشن ذريعي ماريو ويو نه ڪي سڌي فوجي مقابلي ۾. سواءِ هڪ ٻن ٽولن جي. ۽ ان کان پوءِ مسلسل فوج ۽ ايجنسين طرفان سنڌ جي

شهرن، ٻهراڙين ۽ ڳوٺن ۾ مسلسل انهن سياسي ڪارڪنن جي گرفتاري جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي جن متعلق ٿورو به شڪ و گمان يا مقامي مخبرن کي خبر آهي ته ان وٽان ڪو هٿيار ملڻ جو انديشو آهي يا هو سياست ۾ عملي طرح سرگرم رهيو آهي. اهڙن ڪارڪنن کي گرفتار ڪري مهينن جا مهينا ٽارچر سيلن ۾ هندستان ’را‘ ۽ هٿيارن جي ذخيرن بابت پڇا ڪئي پئي وڃي، جنهن ۾ گهڻا ماڻهو جانين ۽ ذهني توازن جي قرباني ڏيئي چڪا آهن. اڃان خبر ناهي ڪيترا بيگناهه ماڻهو نوجواني ۾ موت جي گهاٽ موڪليا ويندا ۽ ڪيترن خاندانن کي ذلت، محرومي ۽ بربادي کي منهن ڏيڻو پوندو. مجموعي طور سنڌ تي ڪيڏي نه تباهي ۽ بربادي اچڻي آهي.

اهڙي سڄي صورتحال ۾ فوج سنڌ ۾ هڪ ٻيو نفسياتي حربو هلائي عام ڳوٺاڻن ۽ ماڻهن سان رلي ملي وڃڻ سندن سماجي ڪمن ۽ مسئلن جي حل ۾ پاڻهن ٻيلي ٿيڻ ۽ سنڌي ماڻهن جي ذهن ۾ فوج لاءِ جيڪو وحشي پڻي جو تصور ويٺل آهي ان کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي ته حقيقت ۾ توهان جي محافظ ۽ نجات ڏياريندڙ اصل ۾ فوج ئي آهي ۽ ماڻهن کي سنڌ جي وڏيرن ۽ سياسي پارٽين ويڙهايو آهي. 1983ع ۽ 1986ع مسلسل ضياءُ دور ۾ جيڪي عوام ۽ فوج ۾ ڇڪتاڻ رهي ان جو ذميوار سياسي پارٽين ۽ سنڌ جي وڏيرن کي قرار ڏيئي هو عام ماڻهن جي دل ۾ جڳهه پيدا ڪن پيا. جڏهن فوج ان نتيجي تي پهچندي ته هو عام سنڌي کي غيرجانبدار بنائڻ ۾ ڪامياب وئي آهي. فوج لاءِ عوام جو تاثر پنهنجائپ وارو ٿي ويو آهي، ڪنهن به فوجي ڪارروائي تي عوامي ردعمل جي توقع گهٽ کان گهٽ بلڪه نه جهڙي بنجي چڪي آهي ته ان وقت پوءِ باقاعده سنڌي نوجوانن ۽ سياسي ڪارڪنن ۽ سنڌ ۾ سر ڦريل (حاڪمن جي نظر ۾) دانشور صحافين محب وطن ماڻهن جي حقيقي پڇا ڳاڇا ٿيندي ڪنهن به باغيرت ماڻهو جو ان ڪاروائي کان محفوظ رهڻ مشڪل آهي.

ٽنڊو ٻهاول، پابوري ڳوٺ، ميرپور خاص يا تازو گهوٽڪي جي ڳوناٺن جو قتل، يوسف جکراڻي کان وٺي مجيب جتوئي تائين، جنهن هوشمندي جو ڪم سنڌي پريس ڪيو آهي ان لاءِ ڪيس ڄس هجي. نتيجي طور حاڪمن کي سندن خطرناڪ مقصدن ۽ حڪمت عملين ۾ تبديلي ڪرڻي پئي آهي ۽ سوچڻ تي مجبور ٿيا آهن ته مارا ڌهي 80ع جو دور ناهي. هتي ته صحافت ۽ عوامي شعور پختو ٿي چڪو آهي ۽ سڄي دنيا ايڏي ويجهي ٿي آهي جو ڪنهن به واقعي جو پڙاڏو سڄي عالمي ميڊيا ۾ گونجي ٿو. ان لاءِ مسلسل انسانيٰ حقن جي ڀڃ ڪڙين متعلق تنبيهه ۽ گذارشون سڌريل ملڪن کان پاڪستان جي حڪمرانن کي مليون آهن. ۽ هنن پنهنجي طريقهء واردات کي تبديل ڪيو آهي. ان لاءِ سنڌين کي به صف بند ڪري جرئتمندي سان هنن جي اصلي مقصدن کي واضح ڪرڻ لاءِ عوام ۾ ذهني سجاڳي آڻڻ گهرجي.

ان کان پوءِ آپريشن سان گڏ سياسي، معاشي ۽ سماجي آپاءُ ۽ انصاف ڏيارڻ جو نعرو مڪمل طور تي سواءِ لفاظي ۽ ماڻهن کي بيوقوف بنائڻ جي ٻيو ڪجهه به ناهي. ڇوته پاڻ جيڪڏهن هڪڙو مثال وٺون ته جيڪڏهن هي حاڪم ۽ آپريشن ڪندڙ اختياريون واقعي سنڌ ۾ مضبوط سياسي، سماجي ۽ معاشي انصاف مهيا ڪرڻ لاءِ قدم کڻندا ۽ سنڌين کي ڪجهه انصاف پلئه پوندو ته انهن لاءِ سڀ کان پهرين آزمائش ۽ ثابت ڪرڻ لاءِ موجوده سنڌ اسيمبلي کي خودمختيار بنائڻ جو مرحلو آهي. هڪ طرف ڳالهه ڪئي پئي وڃي ته سياسي آپاءُ ٿا وٺون ٻئي طرف جنهن ڏانڊلي ۽ ڏاڍ مڙسي سان مظفر علي شاهه حڪومت بچائڻ ۽ هلائڻ لاءِ هٿ ڪنڊا استعمال ٿين پيا. ڇا اسين اميد رکون ته اهي اسان کي سياسي طرح خودمختيار ۽ مالڪ بنائيندا؟ اهو حق ڏيندا ته اسين پنهنجي مرضي سان پنهنجي نمائنده حڪومت جوڙي سگهون؟ سو ناممڪن نظر ٿو اچي ته پوءِ سياسي، سماجي ۽ سياسي انصاف جي ڳالهه سواءِ ڍونگ جي ٻيو ڇاهي؟ معاشي انصاف جو حشر هي آهي ته

هن وقت سڄي سنڌ برساتن ۽ ٻوڏ سبب معاشي طرح تباھ ۽ عام ماڻھو بدحالي جو شڪار آهي. پر ملڪ جي وزير اعظم وفاقي امداد فوري طور صرف پنج ڪروڙ روپيه ڏيڻ جو اعلان ڪيو آهي، هڪ طرف ساڳيو وزير اعظم صرف پڪي قلعي جي دهشتگردن جي مدد لاءِ پنج ڪروڙن جو اعلان ٿو ڪري، ٻئي طرح سڄي سنڌ قدرتي آفتن جو شڪار ٿي آهي ته ان جي قيمت پڪي قلعي برابر. ڇا ان طرح سان هتي معاشي نابرابري ختم ٿيندي. باقي رهيل سهيل ست ۽ صوبي جو پئسو فوجي آپريشن تي خرچ ڪيو ويندو ۽ سڄي سنڌ جو خزانو فوجي اختيارين ۽ آپريشن ڪندڙ اختيارين جي پيٽ ۾ هڙپ ٿي ويندو. نتيجي ۾ هن مشڪل وقت ۾ سنڌ جي معاشي ترقي ڇا ٿي سگهندي؟ عوام ڪي تي ويلا ماني لاءِ آتو، ڏئل گهرن سبب ڪکاوين جهوپڙيون ۽ تن اوڍڻ لاءِ ڪپڙو ڪير مهيا ڪندو؟ ڇا 10 سالن ڪان پوءِ به سنڌ ڪي هن معاشي ابتري مان ڪڍي سگهبو؟ ٽئين طرف بيروزگاري جو ڀوت هر طرف ڦهلجي رهيو آهي. سنڌ جي زراعت ڪي سم برباد ڪري رهي آهي، ڪارخانن جا دروازا سنڌين لاءِ بند ڪيا ويا آهن. اهڙي صورتحال ۾ اسين ڪهڙي توقع رکون ته معاشي اُپاءُ ورتا ويندا. سماجي طرح سڄو سماج انتشار، نفرت ۽ دهشتگردي جو شڪار آهي. ان ۾ فوجي آپريشن تحت خوف حراس ۽ غير يقيني جي صورتحال وڌيڪ پيدا ڪئي پئي وڃي.

ويتر هينئر نئون شوشو ڇوڙيو ويو آهي ته سنڌ ۾ فوجي آپريشن دوران آدمشماري ڪئي ويندي ڇا خوف و حراس جي ڪيفيت ۾ عام ماڻهو جي حقيقي راءِ ۽ صورتحال ڪان واقف ٿي سگهبو؟ ناممڪن-! اسين سمجهون ٿا ته هي رڳو آدمشماري نه ڪندا، پر سڀ متضاد مسئلا جهڙوڪ بهارين جي آمد، ڪالا باغ ڊئم جي اڏاوت، ڪوٽا سسٽم جو خاتمو به اهڙي خوف ۽ حراس واري صورتحال ۾ ڪندا جيئن سنڌي عوام طرفان ڪابه هلچل ۽ تحريڪ نه هلي سگهي. جيڪڏهن ڪا

تحريڪ شروع به ٿئي ته ان کي آسانيءَ سان ڪچلي ختم ڪري ڇڏجي.

ان لاءِ حاڪم چاهين ٿا ته سنڌ کي مسلسل گهيري ۾ رکجي ۽ مزاحمت ڪندڙ سياسي پارٽين ۽ عام ماڻهن کي ختم ڪري پنهنجي حاڪميت جو مستقل تحفظ ڪري سگهن. هر حڪمران اهوئي سوچيندو آهي ته هو هميشه قيامت تائين مظلوم ۽ محڪوم قومن ۽ عوام تي حڪمراني ڪندا رهن. انهي ڪري حڪمران مغرور قدرتي فيصلن ۽ محڪومن جي طاقت کان اڻ واقف ۽ بي پرواهه هوندا آهن.

سنڌ ۾ به هنن مستقل طور قابض رهڻ لاءِ هڪ ته سڄي سنڌي قوم کي بي هٿيار ڪري سياسي طرح ڇڙويڇڙ بنائڻ گهرن ٿا جيئن اسين ڪنهن اتحاد ۽ متفقه فيصلي تي پهچي نه سگهون.

ٻيو باغيرت ۽ جرئتمند ماڻهن کي عذاب گهرن، ڪوڙن مقابلن ۾ ماري ختم ڪيو ويندو. يا ڪوڙن ڪيسن ۾ هميشه جيلن ۾ بند ڪيو ويندو يا ڪين مستقل عوام کان ڪٽي جلاوطن بنجڻ تي مجبور ڪيو ويندو.

ٽيون هر ضلعي ۾ ننڍي سطح جي فوجي ڇانوٽي قائم ڪري سڄي سنڌ کي پوليس، رينجرس ۽ فوجي چوڪين ۾ تبديل ڪري ڇڏجي. جيئن ماڻهو نفسياتي طرح دٻاءُ ۽ خوف ۾ رهن ڪنهن به سياسي هلچل ۾ شريڪ نه ٿين ....

چوٿون سنڌ جا ٻيلا ۽ ڪڇي جا علائقا هڪ دفعو وري به "چڪ" ۾ تبديل ڪري رٽائرڊ فوجين يا پنجابي آبادگارن جي حوالي ڪيا وڃن. جيئن مستقل هو ڪڇي ۾ ڪنهن به تحريڪ يا سرگرمي کي روڪي سگهن يا گهٽ ۾ گهٽ مخبري ڪري سگهن.

پنجون سرحدي علائقن ساموندي يا خشڪي جي رهواسين کي ايترو هيسائي ۽ تشدد جو شڪار بنائجي جو ڪوبه ماڻهو ڪنهن به قسم جي سياسي سرگرمي يا وابستگي ۾ حصيدار ٿيڻ جي جرائت نه ڪري.

ڇھون ھتي شھري فورس PPI ۽ MQM کي سنڌين خلاف مسلح ڪري ڪين سرب شائونيستن وانگر استعمال ڪجي.

ستون هو ڪراچي کان لاهور تائين سنڌ رسد، برآمدي ۽ روانگي جي واپار کي محفوظ ڪرڻ گھرن ٿا.

اٺون سنڌ جي معدني وسيلن گئس، پيٽرول، ڪوئلي، گرينائٽ ۽ سامونڊي بندر کي هميشه لاءِ پنجاب ۽ حڪمرانن جي مفادن سان جوڙي رکڻ گھرن ٿا.

اهڙي نازڪ صورتحال ۾ وري اسان لاءِ ڏکوئيندڙ اسان جي رهنمائن جا رويه آهن. اچو ته انهن جو به جائزو وٺون.

مثلاً ترقي پسند پارٽي طرفان سڀني پارٽين کي سڏ ڏنو ويو. قومي ڪانفرنس سڏائي وئي ته اچو ته گڏجي فوجي آپريشن متعلق سڀ سنڌي متفقه فيصلو ۽ موقف اختيار ڪيون. پر حيرت آهي سواءِ ڪجهه دانشور ۽ انفرادي طرح دوستن جي ڪنهن به سياسي پارٽي شرڪت نه ڪئي. ان تي جرڳي ڪميٽي پنهنجي فتحمندي جو اظهار ڪيو ته ڪابه پارٽي ڪانفرنس ۾ شريڪ نه ٿي ان جو مطلب هي آهي ته سڀني جرڳي ڪاميٽي جي فيصلي جي پٺ ڀرائي ڪئي آهي. پر شايد جرڳي ڪميٽي کان اهو وسري ويو ته ان کان اڳ ترقي پسند پارٽي جي شاگرد تنظيمن طرفان تعليمي ڪانفرنس ۾ سڀ شريڪ ٿيا هئا. ڪانفرنس ۾ شريڪ نه ٿيڻ جو سبب جرڳي ڪميٽي جو فيصلو ناهي. پر هيڏي مشڪل ۽ امتحان جي وقت ۾ ترقي پسند پارٽي سان ويهي حقيقي موقف اختيار ڪرڻ جو مطلب حاڪمن کي چيڙائڻ آهي ان ڪري سڀ جماعتون عمدگي سان لنوائي ويون ۽ پنهنجو پلئه به ڪانئر ٿيڻ کان بچائي ويون. مجموعي طور تي ٽي رويه آپريشن متعلق سنڌ جي سياسي، سماجي حلقن طرفان آيل آهن.

1- سادگي ۽ اڀوجھائپ منجھان يا ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن جي عذابن کان تنگ ٿيءَ ردِعمل طور يا حڪمرانن کي خوش ڪرڻ خاطر

واضح، ڪلم ڪلا ۽ بغير سوچڻ سمجھڻ جي ھڪڙن حلقن غير مشروط حمايت ڪئي آھي تہ واقعي فوجي آپريشن اڄ جي سنڌ جي گھرج آھي. آصف نواز جي ٻولي ۽ اسان جي ھمراھن جي ٻولي ۾ ذري برابر فرق نہ آھي.

2- انقلابي رومانويت وارو رويو سامھون آيو آھي تہ وارو ڪريو سنڌ تي فوج چڙھي آئي آھي. بس سنڌ جي آزادي ۽ انقلاب لاءِ تاريخي موقعو نھي آيو آھي ان ڪري وارو ڪري بندوق ڪٽي وڙھو. فوج کي سنڌ مان واپس موڪلي آزادي جي انقلابي ويڙھہ جو بنياد رکڻ گھرجي.

اھو موقف رکندڙ يار عملي طور تي پاڻ پنھنجي آرام ده زندگي ۾ مگن ۽ ڪتابي حوالا ڏيڻ ۾ مصروف آھن، باقي عمل ۾ پاڻ سواءِ تيڪرن ڏيڻ ۽ بحث جي ٻيو ڪوبہ حصو وٺڻ لاءِ تيار ناھن تہ متان فوجي عتاب جو شڪار بنجون.

3- حقيقت پسند، دورانديش ۽ سياسي نقطہ نظر سامھون آيو آھي، جنھن ۾ اھي (سياستدان ۽ دانشور)حالتن جي نزاڪت پٽاندر فوجي آپريشن جي اصلي رخن جو جائزو وٺي عوام کي ذھني طرح سجاڳ بنائڻ، منظم ڪرڻ ۽ شعوري طرح حوصلو ڏيڻ جي جستجو ۾ مصروف آھن ۽ واضح موقف اختيار ڪيو اٿن تہ فوجي آپريشن يا ڪابہ فوجي ڪاروائي سياسي مسئلن جو حل ناھي. ان لاءِ سنڌ جي ڪيس کي حقيقت پسندي جي روشني ۾ ڏٺو وڃي. باقي جيڪڏھن حڪمران فوجي آپريشن تي بضد آھن تہ پوءِ ھو سنڌ ۽ سنڌين لاءِ خطرناڪ مقصد رکن ٿا، جنھن تي پاڻ تفصيلي بحث ڪري چڪا آھيون.

سراج جنھن جرئتمندي سان تاريخي ۽ عالمي پس منظر ۾ فوجي آپريشن ۽ حاڪمن جي خفيہ ارادن تي روشني وڌي آھي منھنجي نظر ۾ سراج جي اھا جرئت اسان سنڌين لاءِ جياپي جي نئين سگھہ، نئين روشني ۽ نئين اميد آھي. اسان جا سياسي رھنما ۽ سياسي دانشور بي خوف ٿي، حالتن جي ڇنڊڇاڻ ڪري حقيقي صورتحال سامھون آڻي قوم

جي رهنمائي ڪن تڏهن تہ هن بيوسي ۽ لاچاري مان پاڻ هن قوم کي ڪيڏي عزت، وقار، خوداعتمادي ۽ آزادي ڏياري سگهنداسين. صرف انهن کي ڇڏي جيڪي ڪنهن نہ ڪنهن مصلحتن ۾ حڪمرانن جا خوشامدي جي حضوري ڪندڙ آهن باقي تہ اڪثريت محب وطن ماڻهن جي آهي پر صرف خوف ذهن مان ڪيڏي جرئتمندي ۽ حقيقت پسندي جي پس منظر ۾ حالتن کي ڏسڻو پوندو تہ اسين صحيح ڏگ حاصل ڪري وٺنداسين. ذاتي، گروهي يا پارٽي مفاد هر ڪنهن جا پنهنجي پنهنجي جاءِ تي پر جڏهن اجتماعي طور قومي مفادن جي تحفظ ۽ قومي وجود ۽ جياپي جي جنگ جو وقت ۽ تاريخي ذميواري اسان جي ڪلهن تي اچي ان وقت اسان کي وڏيڪ حقيقت پسند وڏيڪ بهادر، وڏيڪ ثابت قدم ۽ وڏيڪ جفاڪش بنجي قوم جي رهنمائي ڪرڻ گهرجي. سيني مسئلن کي ڇڏي مان صرف هڪ گذارش ڪرڻ چاهيان ٿو تہ اسان جا سياسي رهنما ۽ رهبر قوم جي نوجوان نسلن کي اهو حل ۽ راهہ ڏسين جيڪا هو پنهنجي اولاد لاءِ متعين ڪن ٿا. ٻئي معيار جو شڪار نہ ٿين ائين نہ ٿيڻ گهرجي تہ پنهنجي اولاد کي چئجي تہ گهر ويهو ۽ ٻين کان توقع ڪجي تہ ڪلاشنڪوف کڻي وڙهو.

مونکي منهنجي دوست حفيظ قريشي لکيو تہ ڇا اهو ممڪن آهي تہ ڪنهن بہ گهر ۾ 10 ٻاتي ايمانداري سان پورهيو ڪندڙ هجن پوءِ بہ ان گهر جا ٻاتي بکن ۾ گذارين ۽ انگ اگهاڙا هجن. ساڳي طرح جيڪڏهن سنڌي قوم ۾ حقيقي محب وطن ڏاها، ايماندار رهنمائن جي گهٽائي ڪان پوءِ بہ ڇا اهو ممڪن آهي تہ سنڌ روز بروز ابتري ۽ تباهہ حالي ڏانهن وڌندي رهي؟ يا تہ اسان وٽ ڏاها ئي آهن ڪونہ. جيڪڏهن آهن تہ ايمانداري سان قومي پورهيو ڪندڙ ناهن ان لاءِ اسان کي ايمانداراڻو ۽ ديانتداراڻو موقف اختيار ڪرڻو پوندو. جيڪڏهن اسين رومانوي انقلابيت جو شڪار بنجي ۽ چند فردن کي مشتعل ڪري ڪجهہ هٿيار کڻي فوج کي للڪاريون بہ کڻي تہ اهو مسئلي جو حل

ناهي، پر اهو اسان جي هن قومي جدوجهد کي وڏيڪ مشڪل بڻائي ڇڏيندو. ڇو تہ اهو فوجي اختيارين جي رٿابندي ۾ شامل آهي تہ ماڻهن کي مشتعل ڪريو. هنن اندازو لڳايو پئي تہ سنڌ ۾ ڪجهہ سياسي گروپن ۽ ڌاڙيلن طرفان هٿياربند مزاحمت ٿيندي ان بهاني هو سنڌ جو سَنڌ سَنڌ ڇني رکن ها، پر هتي ان عقلمندي وارو ردِعمل سامهون آيو آهي. جنهن حڪمرانن لاءِ وڏيڪ مشڪل پيدا ڪئي آهي.

ان لاءِ اسان کي اهڙي موقعن تي ڇڙوڇڙ ۽ ابهرائي واري ردِعمل جي بجاءِ گڏيل طور تي سياسي ۽ عوامي جدوجهد ۽ مزاحمت وارو پاسو اختيار ڪرڻ گهرجي. عوام کي متحد، منظم ۽ متحرڪ ڪرڻ گهرجي. ڪين حاڪمن جي حقيقي مقصدن کان آگاهہ ڪري دفاعي صورتحال اختيار ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو وڃي. ڇو تہ عوام جي لاتعلقي بہ مسئلن کي پيچيده بڻائي وجهندي آهي. ان لاءِ عام ماڻهو جي دلچسپي کي سياسي جدوجهد سان سلهاڙڻو پوندو. جڏهن عام ماڻهو يا مظلوم قومن جي اڪثريت کي سندن بقاءَ جي جنگ جي اصولن ۽ طريقن جو ادراڪ ٿي ويندو آهي ۽ حاڪمن جي سازشن کي سمجهڻ جو علم ۽ ساڃهہ پيدا ٿي ويندي آهي تہ پوءِ اتي متحرڪ ۽ منظم جدوجهد جنم وٺندي آهي، جنهن ۾ طاقتور کان طاقتور ۽ جابر کان جابر حڪمران ۽ سندن مشنري غرق ٿي ويندي آهي ۽ قومون جيابي جي جنگ ۾ فتح مند ۽ سوڀاريون ٿينديون آهن.

سنڌ کي بہ ان وقت اهڙي سياسي جدوجهد ۽ مزاحمتي تحريڪ جي گهرج آهي، جنهن ۾ سنڌي قوم جو اڪثريتي مظلوم ماڻهوڀرپور شرڪت ڪري. سندن مٿان مڙهيل ذلتن غلامي معاشي ابتري جو خاتمو آڻي ڇڏي.

سنڌ ۾ اهڙو وقت موجود آهي ۽ ايندو جڏهن حاڪمن طرفان فوجي آپريشن جي مرحلي دوران اسانجي سياسي، سماجي معاشي ورثن جي پائمالي ٿيندي ۽ ممڪن آهي تہ هي فوجي آپريشن سنڌ ۾ مستقل

شڪل اختيار ڪري سندس عرصي ۽ اثر کي ڪنهن نہ ڪنهن قانوني آڙ ۾ وڌايو وڃي. ڪالا باغ ڊيم، آدمشماري، ڪوٽا سسٽم جو خاتمو ۽ سنڌ ۾ ڪچي جون زمينون غير سنڌين کي نيلام ڪرڻ مهل اسانکي منظم ٿي ڪري سياسي ۽ عوامي مزاحمت ڪرڻي پوندي. ڪلي طرح اعلان ڪرڻو پوندو تہ فوج کي هاڻ سنڌ مان نڪرڻ گهرجي. ان اعلان ۽ تحريڪ کان پوءِ ممڪن آهي سنڌ جي سياسي جوڙجڪ نئون رُخ اختيار ڪري.

ان لاءِ سيني محب وطن ماڻهن کي سنڌ کي سياسي ڪارڪن محب وطن باغيرت ماڻهن جو مقتل گاهه بنجڻ کان روڪڻ لاءِ ۽ سنڌ جي تاريخي ثقافتي معاشي ۽ سياسي ورثن کي نيلام ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ سنجيده ٿي جدوجهد ڪرڻي پوندي.

سڄي سنڌ کي هڪ دفعو ڪراچي کان ڪشمور تائين اٿلجڻو پوندو. اهڙي طرح هن بحران ۽ خطرناڪ سازشن کان سنڌ کي بچائي سگهبو. ان لاءِ بي خوف، بيباڪ، بي غرض، مخلص، محنتي جفاڪش، ۽ جرئتمند، ذاهن ماڻهن جي سنڌ کي رهنمائي لاءِ گهرج آهي. اميد آهي تہ اسين سڀ سنڌي ماڻهو پنهنجي جياپي ۽ پنهنجي نسلن جي تحفظ لاءِ ميدان عمل ۾ شريڪ رهنداسين.

آخر ۾ ضروري آهي تہ حاڪمن آڏو فوجي آپريشن ۽ سياسي، سماجي ۽ معاشي اُپائن متعلق واضح سفارشون پيش ڪجن.

1- سڀ کان پهرين فوجي ۽ آپريشن اختيارين کي اها ڳالهہ قبول ڪرڻ گهرجي تہ هن ملڪ ۾ سياسي عدم استحڪام، جمهوريت دشمني، سياست ۾ بي انتها مداخلت، اقرباپروري ۽ عدم توازن لاءِ ذميوار فوج جا جرنيل ۽ فوجي ادارو آهي. ان کان پوءِ ئي ڪابہ اعتماد جي فضا جڙي سگهي ٿي.

2- سنڌ جي موجوده اسيمبلي کي آزاد ۽ خود مختيار طريقي سان ڪم ڪرڻ، قانون سازي ڪرڻ حڪومت ٺاهڻ، ڪابينہ جوڙڻ ۽

پاليسيون مرتب ڪرڻ جو مڪمل اختيار ڏنو وڃي. ڪور ڪمانڊر جي مداخلت بند ڪئي وڃي.

3- آپريشن محدود مدي ۾ جلدي ختم ڪيو وڃي. ان جو دائرو انهن ڌاڙيلن ۽ دهشتگردن جن تي فريادون ۽ ثبوت موجود آهن، تائين محدود ڪيو وڃي.

4- ايم ڪيو ايم جي دهشتگردن خلاف 1987ع کان پنجابي، پناٺن ۽ سنڌين جي بي گناھ ماڻهن جي قتل، نياڻين جي عصمت دري ۽ مال و ملڪيت جي لٽ ڦر جا ڪيس داخل ڪري کين گرفتار ڪري مٿن ڪيس هلايا وڃن.

5- سنڌين خلاف مبهم ۽ مشڪوڪ رويه ختم ڪيا وڃن. سنڌين کي 'را' جو ايجنٽ سمجهڻ بجاءِ محب وطن، سنڌ پرست، قومپرست ۽ انقلابين جي پس منظر ۾ ڏسي ساڻن سياسي ڊائلاگ شروع ڪيا وڃن.

6- سنڌ ۾ نوڪرين مان خارج ٿيل ماڻهن کي بحال ڪيو وڃي ۽ ٻين بيروزگار نوجوانن کي ترجيحي بنيادن تي نوڪريون ڏنيون وڃن.

7- ڪوٽا سسٽم کي 10 سالن لاءِ وڌايو وڃي، جيسين تعليم ۽ سماج جو معيار شهري ۽ ٻهراڙي جو برابري کي پهچي.

8- سنڌ مان غير ملڪين کي نيڪالي ڏني وڃي. ۽ ٻين صوبن مان مسلسل ماڻهن جي آمد کي روڪيو وڃي. سنڌ ۾ ڪم ڪندڙ ٻين صوبن جي ماڻهن کي ورڪ پرمٽ جاري ڪري ڪائن ووٽ جو حق واپس ورتو وڃي.

9- سڄي سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ترقياتي پروگرام جوڙيا وڃن ۽ اتي اسڪول، صحت مرڪز، فني سکيا جا مرڪز، رستا پڪا ڪرائڻ، پيئڻ جو پاڻي، ۽ پاڻي جي نيڪال جي رٿابندي ڪئي وڃي.

10- ٻهراڙين ۾ صنعتڪاري شروع ڪري ماڻهن کي فني سکيا سان گڏوگڏ روزگار مهيا ڪيو وڃي.

11- ملڪ جي بئنڪن، قرضن ۽ واپاري ڏيتي ليتي جي اسڪيمن ۾ ڀهراڙي جي سنڌين کي موقعا فراهم ڪيا وڃن ته جيئن معاشي طور پاڻ ڀرائي جي صورتحال پيدا ٿئي.

12- ڪالا باغ ڊئم جهڙي رٿائن کي ختم ڪري سنڌ کي سندس حصي جو مڪمل پاڻي ڏنو وڃي. جيئن زراعت ڪي هٿي ملي. زمين مان سم جو اثر ختم ٿئي ۽ ماحولياتي آلودگي کان سنڌ کي محفوظ رکي سگهجي.

13- جاگيردار، پوليس ۽ شهري غنڊن کان ماڻهن کي تحفظ فراهم ڪري کين پنهنجي مرضي سان ووٽ ڏيڻ جي آزادي ڏني وڃي.

14- سنڌي ماڻهن ۾ عزت نفس ۽ وقار کي مجروح ڪرڻ جا هٿڪنڊا ختم ڪري، کين عزت ۽ وقار سان هن سماج ۽ ڌرتي تي مالڪاڻن حقن سان رهڻ جي يقين دهاني ڪرائي وڃي.

15- شهري دهشتگردن جي هٿيارن جا ذخيرا هٿيڪا ڪري ضبط ڪيا وڃن.

16- سنڌ جي قومي وحدت واري حيثيت کي تسليم ڪيو وڃي.

مٿين تجويزن جي روشني ۾ سنڌي سماج ۾ انتشار جو خاتمو، سياسي استحڪام ۽ مستقل امن جنم وٺي سگهندو.

اسان جو ڪم تجويزون پيش ڪرڻ آهي، ۽ عمل ڪرڻ حڪمرانن جي وس آهي، پر اسين سنڌي پارٽين ۽ دانشورن کان اميد رکون ٿا ته هو گهٽ ۾ گهٽ سنڌي ماڻهو لاءِ ويچاري ڪنهن گڏيل فيصلي تي ضرور پهچندا.

28-8-1992

ڊاڪٽر قادر مگسي
لانڍي جيل، ڪراچي



# Dr. Qadir Magsi

Chairman

Tarraqi Passand Party

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” أداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي أداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڍي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

ڄڻ ڄڻ ڄاڙ وڏي تي ڄَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن ڪي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني ڪي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن ڪي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ ڪي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٹتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن ڪي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)